# مزيدار سوال

# ۽

# انگن سان راند

برادرم پروفيسر ڊاڪٽر مولوي

خليل احمد ڪوريجو بلوچ کي

عزت ۽ احترام سان.

23-08-18

(Prof. Dr. Noor Mustafa Shaikh)




ليکڪ:

ڊاڪٽر نور مصطفيٰ شيخ

# ارپنا

انهن **صادق ۽ امين** ليڊرن جي نالي جن ملڪيتون پاڻ نہ ٺاهيون، پٽن يا فرنٽ مئن جي حوالي ڪيون ۽ ڪن وري هڪ ارب جو بنگلو هڪ ڪروڙ جو بہ نہ لکيو.

انهن **پارس جهڙن استادن** نالي جن لوهہ جي ٽڪرن کي (گهڙي) ٺپي سون بنايو (ڪن جعلي ڊگرين جي بازار نہ سجائي). خصوصن مرحوم غلام رسول بروهي (باڊهہ)، پروفيسر لال چند (خيرپورميرس)، محمد اسلم ميمڻ (هالا)، پروفيسر محمد يعقوب (ڪاري موري).

انهن برزگن جي نالي جن جي دعا ۽ نظر سان مشرڪ ڦري موحد ۽ مجاهد ٿي پيا (مولا عبيدالله سنڌي ۽ شيخ عبدالمجيد جهڙا) ۽ ڪن وري قصا گهڙيا.

آخرِ پنهنجن ننڍڙن گلن جهڙن پوٽن ۽ پوٽين ماءِز مصطفيٰ، انابيہ، شاهہ ذره،عبدالرافع، مبشر مصطفيٰ ۽ معظم مصطفيٰ جي نالي جن جي ڪچهرين ۽ ٻولن مون کي ٿڪجڻ نہ ڏنو.

# پيش لفظ

ڪتاب **"مزيدار سوال ۽ انگن سان راند" ۽ ان جي ليکڪ بابت مختصر سچ**

ليکڪ جناب پروفيسر نور مصطفيٰ شيخ صاحب نہ رڳو رياضيءَ جو مڃيل ماهر درسي ڪتابن جو ليکڪ، ايڊيٽر ۽ مترجم رهيو آهي پر "آيو چاچا ولو آيو" ۽ "ڪونڙيءَ جو ڳامون سچار" جهڙن ڪردارن جو خالق بہ. ڪوٽ پٽي نالي رتيديري تعلقي جي ننڍڙي ڳوٺ مان هجرت جو سفر شروع ڪري اڄ ڪلهہ ڪونڙي ضلعي ڄامشوري ۾ رهائش پذير آهي.

سنڌي ٻوليءَ ۾ نرالي انداز سان لکيل سنڌن بہ ڪتاب 2017ع ۾ ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن. انهن مان "سچ نہ بينو سچ" کي "سائنسي ادب" ۽ "انگن جا رنگ ۽ ذهانت" کي "عددي ادب" چيو وڃي، موجوده ڪتاب بہ "عددي ادب" جي زمري ۾ اچي ٿو.

ليکڪ جيئن نہ هر سطح تي ۽ هر قسم جي شاگردن کي رياضيءَ جي مختلف شاخن بابت تعليم ڏني آهي، (شماريات انجنيئرنگ، ڪمپيوٽر بزنيس ايڊمنسٽريشن ۽ فزڪس). تنهنڪري سائنس جي مختلف شعبن بابت ڪيس سني ڄاڻ آهي، پاڪستان جي مختلف ٽيڪسٽ بڪ بورڊن جي ڪتابن جي چنڊڇاڻ ۽ نظرثاني ڪندڙ ڪاميٽيءَ جي ميمبر طور ڪم ڪرڻ سان ڪين پرائمري، سيڪنڊري ۽ اعليٰ تعليم جي ضرورتن ۽ معيار جي پڻ ڄاڻ آهي.

يونيورسٽين جي سليڪشن بورڊ ۾ انٽرويو وٺڻ ۾ ۽ ڊين فيڪلٽي آف سائنس جي حيثيت ۾ ريسرچ سيمينارن دوران کين محسوس ٿيو تہ رٽڻ ۽ ڪاپي ڪلچر سبب اسان جي نوجوانن جو ذهن کلي نٿو.

هيءَ ڪتاب مصنف جي انهيءَ ڪوشش جي هڪ ڪڙي آهي تہ اسان جا نوجوان "نوبل انعام" جا حقدار ٿين (پڙهن بہ ڪڙهن بہ)

هن ڪتاب جي ڀهرين ڀاڱي ۾ ڳهربل نتيجا حاصل ڪرڻ لاءِ ليکڪ جيڪي

ٻجھارتون، حساب ۾ سوال ڏنا آهن. انهن مان نموني طور ڪجهہ هتي پيش ڪجن ٿا.

ٻجھارتون: اها ڊگري ڪهڙي جنهن سان نہ نوڪري ملي ۽ نہ الائونس؟ (گهٽ وڌ بہ ٿئي).

اهو نشو ڪهڙو جيڪو لهي ئي نہ؟ (بنا پيتي چڙهي).

اهو واپاري ڪهڙو جيڪو ڏسڻ ۾ نہ اچي؟ (نفعو بہ گهٽو ڏئي).

اها وٽ ڪهڙي جيڪا: (i) ورهائڻ سان وڌي.

(ii) گرم ڪري پر ساڙي نہ (iii) ڪاري پر ڪمائتي.

درياهہ آهي پر پلو ناهي، گوشت آهي پر هڏو ناهي.

سِس آهي پر ڪنواري ناهي، ڪنوار آهي پر گهوٽ ناهي.

مري ويو هو پر موٽي آيو. جهنگ ويو هو ته ان لال ڪنوار آندائين

زال اها جيڪا مڙس کان نہ ڪرائي پر نوڪرن کان ڪرائي،

ڪمپائونڊر کان هٽائي ۽ ڊاڪٽر کان وجهرائي.

مرد اهو جيڪو ماءُ کي وجهي ۽ زال کان وجهرائي.

چنڊ جي شادي ڪاڻم، ڪنڊ کي چڪ هنيم (مني نہ) رڪ کي پاڪر وڌم،

ڏهن جو گلو ڪٽيم. هرڪاهڻ ۾ ٻج بنا پلو فصل.

سوال: گول هڪ قطر گهٽا؟ نشاني ( ) جا مطلب گهٽا؟

لکيل 11 ملهہ گهٽا؟ جاڙا عدد ڪهڙا؟ مڪمل عدد ڪهڙا؟

رن کي اڳيان نر کي پويان (چا)؟ نڪ جي اڳيان ڪن جي پويان (چا؟)

زال سان هڪ دفعو ٻانهيءَ سان نہ (چا؟).

اميد تہ پڙهندڙن کي بہ اهڙا سوال وڻندا.

ٻڌايو: امير هڪ سالا ڪيترا؟ ماستر 60 مقرر اسڪول ۾ پر اچن ڪيترا؟

لفظن ۾ اکر 6 پر ٽيڪو هڪ بہ نہ (ماماٽا، معاملو، واهولو ڪامارو، سامارو)

لفظن ۾ اکر 2 پر ٽيڪا 8 (پيپ، وٽڙ، چڙ، پڙ).

لفظن ۾ اکر 3 پر ٽيڪا 12 (ققڙ، ٿقڙ، پيڙ).

ڀڄايو الله ڪٿي ملي؟ مڪي، بنارس، روم يا بيت المقدس ۾.

نشو گهٽو ڇا ۾؟ شراب، دولت، عشق يا طاقت ۾.

قتل گهٽا ڪنهن سان؟ ترار، قلم، ماڪي، نظرن يا بمن سان.

يونيورسٽي ۾ پاور فل ڪير؟ وائيس چانسيلر، رجسٽرار، خزانچي يا يونين ليڊر.

وڏيڪ مشهور ڪير؟ هيروئن، ڳائڻي، اينڪر پرسن يا سياسي ليڊر.

وڏو فقير ڪير آهي؟ پير يا خليفو، پروفيسر يا پٽيوالو

عاشق يا معشوق، ليکڪ يا ايڊيٽر، زال يا مڙس، وڪيل يا جج.

وڏو ڪوڙو ڪير؟ سياستدان، ريسرچر، خليفو يا ماستر. بلڊر يا دلال.

وڏو رياضي دان ڪير؟ مفتي، عورت، پي ايچ ڊي پروفيسر يا حافظ.

فرق نہ: سوئر ڪائڻ يا مفت جي پگهار، محل وٺڻ يا ملون،

مئل ڀاءُ جو گوشت کاوان يا گلا ڪريان،

ڪاپي ڪرايان يا چوري، 2 دفعا ڪن يا 4 دفعا،

ٻن ڪان ڪرايان يا ڏهن ڪان، بجلي چوري ڪريان يا اليڪشن ۾ ڌانڌلي، فحاشي ڦهلايان يا ڪرپشن ڪريان.

معاشري ۾ موجود ناسورن جي نشاندهي جو نرالو انداز!

دعا جا نتيجا: چنڊ سان شادي ٿئي يا ڪنڌ سان.

ڪيسو گرم ٿئي يا بستر، منو کاوان يا سٽڀ.

پنج ئي پٽ بادشاهہ ٿين (واري وٺيءَ سان يا هڪ ٻئي کي ماري!)

جنهن کي هٿ لايان سو سون ٿئي ( ٽ بہ سونو تہ گرنهن بہ).

مطلب تہ دعا ۽ بددعا ۾ فرق هجڻ گهرجي (حالت ۽ وقت مطابق).

هن ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾ ليکڪ هيٺينءَ ريت انگن سان راند ڪئي آهي:

ٻڙيءَ سان راند: حورن کي ماءُ نہ، ملائڪن کي ٻڪ نہ (Null set).

پکين کي ڪير نہ. مڇيءَ کي سيير نہ.

ٻڙيءَ جي اهميت: ان چيڪ ڏيڻ واري کان پڇو جنهن پل ۾ 100 بدلي 1000 لکيو.
هڪ سان راند: 1 انڊو ۽ 1 منڊو ته ٻيڙا پار، هڪ ڊالر ۽ 1 ريال ته!
1 ٻلي ۽ 1 ڪوئو ته! 1 پروفيسر ۽ 1 ريسرچر ته!
هڪ جي اهميت: ان شخص کان پڇو جنهن جي ڪاغذ تي پهرين بزرگ 1 لکيو هو.
ٻئي وري اڳيان 0 ڏئي 10 ڪيا، ٽئين بي ٻڙي به ڏئي 100 ڪيو. ايترا رپيا ڪيس
روز ملندا رهيا. جڏهن پهرين بزرگ پنهنجو 1 ڪاٽي ڇڏيو ته پوءِ ڇا ٿيو!
ٻن سان راند: ٻڪري ۽ عورت ڪي 2 ٻبا، تيليون 2 ته ڪنڊون 0، 1 يا 4 ٿهن.
ٻه مطلب: نشو حسن جو يا جوانيءَ جو، ڊاڪٽر بيماريءَ جو يا علم جو، رن گهر ۾ يا
ڪرڪيٽ ۾، هارپيٽ ۾ يا آن جي، ماستر استاد يا ٻاجوڪڙ. X ضرب به ڏيکاري ته 10 به.
ٻيٽو ڪرڻ: سڪون ڪي ذڪر سان، بک ڪي لالچ سان.
هڪ بدلي ٻه: 1 جوانڙيءَ بدلي 2 ڪراڙيون، 1 ڪستي بدلي 2 لوٽا.
ٻه آزمائشون: امير لاءِ سخا ۽ انصاف، سياڻي لاءِ تدبير ۽ عمل.
ٻه سزائون: ليڊر لاءِ صادق ۽ امين، حڪمران لاءِ ڪوٽا ۽ صوابديدي پاور ختم.
ٻن جي اهميت: انهيءَ مرد کان پڇو جنهن جي زال گذاري وئي.
ڪمپيوٽر وارن کان پڇو ته ٻه بنياد جا فائدا ڪهڙا آهن.
ٽن سان راند: تيليون 3 پر ڪنڊون 12 به ٿهن ته 8 به.
3x3 آرڊر جو جادوئي چورس ٿهندو آهي:
زال جا 3 روپ: محبوبه، ساٿي، نرس.
امڙس ۽ 2 زالون ته رڪشا (3 ڦيٿا)
بخشش جا 3 طريقا: روئڻ، نچڻ، خدمت خلق
علم انسان جي ٽين اک آهي (ڏسڻ ۾ نه اچي)، ٽين ڄنگهه به آهي (ڪيئن؟).
ٽي مطلب: بار (شراب جي، چاڪليٽ، وڪيلن جي)، مس (ڪنواري، ٽيچر، وڄائڻ)
چئن سان راند: ڪن انسانن ڪي اکيون به 4، ڄنگهون به 4 (سوچيو!)

4 ناممڪن: ڪيرم ۾ پاٽي نہ، اليڪشن ۾ ڏانڌلي نہ، لوٽو ڦري نہ،

4 ڏکيا: خالي پيٽ ۾ ڪوئا نہ، خالي دماغ ۾ اٿ يا شيطان نہ، زيور ۾ ملاوت نہ،

نوڪري بريف ڪيس بنان ملي.

سياست لاءِ 4 ڪپن: ورڪر، چمچا، نعرا ۽ لوٽا.

پنجن سان راند: وڪيل جي غلطي تہ اصيل 5 فوٽ مٽي تنگيو.

ڊاڪٽرجي غلطي تہ مريض 5 فوٽ هيٺ پوريو.

5 ۽ 5 سان رڳو 55 ۽ نہ پر 10، 0، 1، 25 (5، 5) ۽ {5 5} بہ ملندا.

ڇهن سان راند: تيليون 6 تہ ڪيترا پورپاسا ٽڪنڊا ٺهي سگهندا؟

ڇهہ بازراند بہ ڪيڏبي آهي. 6 هڪ مڪمل عدد آهي.

ڇهن جي اهميت: ڪرڪيٽ ۾ ڇڪو لوڊي راند ۾ ڇڪو تاس راند ۾ 4 ڇڪا.

ستن جي اهميت: قيامت جون 7 نشانيون، 7 قرائتون،

7 ؑ ر 7 طبقا، ست پٽيلي ٽيڻ جي دعا (ست ڀائي) 7 سمنڊ پار ڪرڻ 7 سورميون.

اڪبر بادشاهہ جا 9 رتن، 3x3 جادوئي چورس ۾ 9 خانا.

10 سان ونڊ يا ضرب تہ ٻار بہ ڪري وجي، 10 وجن ڳهہ نہ وجن.

اڌ: مهاجر ڪيئن؟ سيد ڪيئن؟ يتيم ڪيئن؟

سو وجي ساءُ نہ وجي، هزار وجي حب نہ وجي.

ڪڏهن واحد ڪڏهن جمع: ڏاڙهون، بصر، پکهار، رزلٽ!

سنڌ بابت انگ اکر: 99 سيڪڙو شاگرد امتحان ۾ ڪاپي ڪن، 90 سيڪڙو ريسرچ پيپر ۾ ڊيٽا جعلي ۽ رزلٽ هٿ ٺوڪيا.

انداز بيان: ليڊر وصيت تحت يا وراثت تحت ۽ خدمت ڪري يا حڪمراني.

دعا آهي تہ رب پاڪ سائين نور مصطفيٰ شيخ صاحب کي صحت ۽ طاقت ڏيندو تہ جيئن هو ان سلسلي کي جاري رکي ۽ سندس مقصد پورو ٿئي يعني انگن سان راند ڪندي ٻارن کي حسابي علم سان شوق پيدا ٿئي.

ياد رهي تہ حسابي علم آهي رياضي جي راڻي، رياضي آهي سائنس جي راڻي ۽ سائنس آهي ترقيءَ جي ڪنجي.

نوٽ: ورڪر ڪي نعرن ۾ مزو، سياستدان ڪي ڊاڙن ۾ مزو،
ماسترن ڪي ويزا ۾ مزو، استادن ڪي سمجهاڻ ۾ مزو،
شيطان ڪي پلاٽڻ ۾ مزو، رحمان ڪي معافي ۾ مزو،
مجاهد ڪي جنگ ۾ مزو، رياضيدان ڪي سوالن ۾ مزو.

پروفيسر ڊاڪٽر امداد علي بروهي
شعبہ جيالاجي
سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو

# تمهيد

هن ڪتاب لکڻ جو مقصد سنڌي نوجوانن ۾ دنيا جي ترقي يافته قومن سان مقابلو ڪرڻ جي صلاحيت پيدا ڪرڻ آهي. ان لاءِ ڳجهارتن، حسابن، مزيدار سوالن ۽ عملي زندگيءَ ۾ انگن جو استعمال (عرف راند) ڪيو ويو آهي. ڪڏهن مذاق ته ڪڏهن عجب، ڪڏهن ڪو فرق نه ته ڪڏهن تنقيد.

جڏهن ڳوٺن ۾ روڊ رستا، بجلي ۽ ٽي. وي نه هئي ته هوٽل به نه هئا. تڏهن اسڪول ۾ رهندڙ استاد وٽ مغرب بعد ڪي شاگرد ۽ پوڙها گڏ ٿيندا هئا. اتي زباني حسابن ۽ ڳجهارتن جو مقابلو ٿيندو هو. ذهن ڪلندو هو ۽ سوچ جو مادو پيدا ٿيندو هو. هاڻي اهڙا موقعا ۽ مقابلا نه رهيا آهن.

هن ڪتاب جي پهرين ڀاڱي ۾ بيان ٿيل مزيدار سوالن ۽ حقيقتن جا ڪجهه نمونا پيش ڪجن ٿا.

10 کان وٺي 120 تائين سمورن اکي يا ٻڌي عددن جو جوڙ ڪرڻ.

ڇهن تيلين وسيلي چار ٽپور پاسا ٽڪنڊا ٺاهڻ.

ڪنهن ٽڪنڊي جي هر هڪ پاسي جي ڊيگهه ٻيڻي ڪجي ته ڪنڊن جي ماپ جو جوڙ وڌندو يا نه؟

ڳجهارتون: ڊاڪٽر آ پر علاج نه ڪري، ماستر آ پر اسڪول نه وڃي.

سيٺ آ پر زيور نه. پڙهي پر لکي نه. ماتا آ پر پتا نه. وڃهي پر ڪڍي نه. روئي پر کلي نه.

ٻڌايو: ڪن ۾ به آهن ته نڪ ۾ به. نر ۾ به آهن ته رن ۾ به.

جيترا گدڙ ۾ اوترا ڪڪڙ ۾. جيترا دل ۾ اوترا ققڙ ۾

نه سس ۾ نه ماءُ ۾، نه روم ۾ نه مصر ۾.

ڪارو آ پر قيمتي آ. ميوو منو آ پر ڪائبو نه.

جهڙا روح ۾ تهڙا حور ۾. جيترا روس ۾ اوترا سور ۾.

گدڙ آ پر ڪوڪ نه ڪري، ڪوئو آ پر ٻلي جو ٻچو نه.

مزيدارسوال: چوڪرين 3 چوڪرا 6، خاطر تواضع ڪيئن ٿئي؟(پاڌر 6).
حلوي جي پليٽ ۽ مرغ روست مان ڪا به هڪ شئي کڻڻ جي موڪل ته ملان چا کڻي؟ موالي ۽ جو چا ٿيندو؟
30 ڪلو وزن گڏ کڻڻ سولو يا 10 ڪلو وزن 5 دفعا کڻڻ؟
هڪ ٻار جو هر هفتي هڪ س. م قد وڌي ٿو ته 25 سالن بعد اهو ٻار ڪيترو ڊگهو هوندو؟ (ڄمڻ وقت قد 40 س. م). ڇا اهو ممڪن آهي؟
هڪ عورت کي اڳ ۾ 2 ڌيئر آهن، ٻئي کي 4 ڌيئر آهن ۽ ٽيئن کي 6 ڌيئر آهن. ٽئي عورتون حاملا آهن ته هر هڪ کي پٽ ڄمڻ جو امڪان ڪيترو؟
هڪ ليڪ جا 3 فوٽ ڊگها ٽڪر گهٽا يا 6 فوٽ ڊگها ٽڪر گهٽا؟
غير مناسب سوال: اڪر هڪ ٽيڪا گهٽا؟ لفظ هڪ اڪر گهٽا؟
جنهن بريف ڪيس سبب نوڪري ملي ان ۾ پئسا گهٽا؟
شراب پيئڻ ۽ ڪاپي ڪرائڻ مان گناهه ڪهڙو وڏيڪ؟
ڪني رن جا يار گهٽا؟ غازي کي ٻانهيون گهٽيون؟
هن ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾ انگن جي اهميت ڄاڻائي انهن سان هيئين ريت راند ڪيڏڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.
ٻڙي (ZERO): ڦڙي ڦڙي تلاءَ پر ٻڙي ٻڙي ساڳيو ٻڙي.
وار مکڻ ۾ ته برو پر سونهاريءَ ۾ ته پلو وانگر ٻڙي ڪنهن انگ جي ساڄي پاسي رکبي ته ملهه وڌائيس پر کاٻي پاسي رکبي ته نه وڌائي.
نل سيٽ ۾ ڪورڪن نه، زيرو قالب ۽ زيرو ويڪر به ٿين.
هڪ (ONE): 0 ۽ 1 جو جوڙو قيمتي آهي (ٻه بنيادي عدد ۽ ڪمپيوٽر).
0 جو مطلب نه ۽ 1 جو مطلب ها.
1 ۽ 1 گڏ رکڻ سان صرف 11 نه پر ٻيا عدد به ملندا.
ٻه (TWO): 2 ۽ 2 سان ڇا ملندو؟ {[2 2],4,0,1,22}

(2.2) هڪ ترتيب ڏنل جوڙو بہ آهي، پلين ۾ هڪ ٽبڪو بہ آهي، هڪ ڪمپليڪس عدد بہ آهي تہ ويڪٽر بہ آهي.

عورت جا 2 روپ: ڌيءَ يا ڀيڻ، ماءُ يا زال، سس يا ننهن، نڙان يا ڀاڄائي.

بہ ممڪن: 1 عورت 2 ذاتيون، 1 آفيسر 2 ڪرسيون.

بہ ناممڪن: 1 پير 2 ٻيڙيون، 1 ملان 2 مسجدون، 1 گول 2 مرڪز.

بہ سزائون: پوڙهن لاءِ شادي ۾ ڪشتا بند.

شاگردن لاءِ رياضيءَ جا ڪلاس هلڻ ۾ ڪاپي بند.

بہ مطلب: قلم اديب وٽ يا جج وٽ، V فتح لاءِ يا پنجن لاءِ

ميمبر لوٽو يا گهوڙو، پٽر چرئي وٽ يا جيالاجسٽ وٽ.

بہ جهلڻ وارا: پٽا (رانديگر ۾ ٽاري)، گهوڙا (جهادي ۾ ريس وارو).

مادي جون 3 صورتون، دوستن جا 3 قسم، عمر جا 3 حصا، غلطين جا 3 قسم، يتيميءَ جا 3 نمونا، 3 وستعون.

3 مطلب: جيت (فتح، ڪيڙو، سلاجيت)، جوڙو (انگن جو ڏاندن جو ڪپڙن جو).

چار (FOUR): 4 ۾ 4 مان ڇا ملندو؟ $\{8,0,16,1,256\}$

$$(44)_5 \neq (44)_6 \neq (44)_8$$

اهميت: مندون، وستعون، پاوا، شريعتون، طريقتون سڀ چار. صحت لاءِ

نقصانڪار: 4 شيون، لوڻ، مرچ، مناڻ، سٽپ.

پنڻ لاءِ 4 طريقا: ڏن، هديو چندو پتو (قرض گهرڻ).

اثرانداز ٿيڻ لاءِ 4 ذريعا: ترار، قلم، زبان، دماغ.

4 خالي خراب: پيٽ، کيسو گهر دماغ.

4 ناممڪن: ماستر گسائي نہ، آفيسر ڪميشن نہ وٺي،

ڊاڪٽر ٽيسٽ نہ ڪرائي، رياضيدان سوال نہ پڇي.

4 گرم ٿين: مٽ، کيسو بسترو بازار.

4 جلد اميرٿين: بلڊر، جعل ساز، پڙوا، راشي.

4 پاورفل: جج، جرنيل، صدر، وزيراعظم.

4 ڪوڙا: سياستدان، ماستر، ريسرچر، شاگرد.

پنج (FIVE): $(11)_4=(12)_3=(101)_2=5$

5 نوبل پرائيز: امن، ادب، ڪيميا، طبيعات ۽ ميڊيسن.

5 بادشاهه رهندا: 4 تاس جا 1 انگلينڊ جو (شطرنج ۾ به 2 آهن).

5 نوان پلا: زال، ڪار، جاءِ، هٿيار، هنر

ڇهه (SIX): $(66)_7\neq(66)_8\neq(66)_9$

ڪعب ۽ ڪعب نما کي 6 پاسا ٿيندا آهن.

6 هڪ مڪمل عدد آهي ($1+2+3=6$).

ست (SEVEN): $(11)_6=(12)_5=(13)_4=(21)_3=7$

يتائيءَ جون 7 سورميون، الحمد سورت ۾ عربيءَ جا 7 اکر نه، هفتي ۾ 7 ڏينهن،
هڪ نياڻي 7 قرآن، قرباني واري ڏور ۾ 7 پٽيون، 7 ڌرتيون، 7 آسمان.

سچل کي ستن ٻولين جو شاعر چوندا آهن.

اٺ (EIGHT): 8 آنا سچ جو مطلب اڌ سچ اڌ ڪوڙ يا 50 سيڪڙو.

شطرنج راند ۾ 8 قطارون ۽ 8 ڪالم ٿيندا آهن.

اٺ هڪ مڪمل ڪعب آهي. ($8=2^3$)

نو (NINE): سنڌ ۾ رهندڙ ٻار کي 9 ٻوليون اچڻ کپن.

لاهور جون مشهور جايون به 9، نوٽڻ، نولکي گودڙي، نولکو هار.

9 هڪ مڪمل چورس آهي ($9=3^2$).

ڏهه (TEN): $(22)_4=(20)_5=(101)_3=(12)_8=10$

سي جي ايس سسٽم ۽ ڪامن لاگرٿم ۾ بنياد 10.

ڏسڻ ۾ 10 پر ملهه ٻيا ٻيا: $(10)_4=4$, $(10)_3 3$, $(10)_2=2$

ڏهن جي اهميت: ٻنهي هٿن ۾ آڱريون 10، ڏهين مهيني ٻار ڄمي.

12 قسم: فقيرن جا، چورن جا، تحفن جا، تخليق جا.

اڌ ۽ ڏيڍ: اڌ يتيم آ ٻار جنهن جو پيءُ مري، ڏيڍ يتيم آ ڪراڙو جنهن جي زال مري.

اڌ پروفيسر ڪتاب لکي ۽ پڙهائي پر ڏيڍ پروفيسر ٽن چئن عهدن جو مالڪ.

اڌورو: پيار آ يڪطرفو انصاف آ جنهن ۾ مظلوم جي داد رسي ٿئي پر ظالم کي سزا نہ.

اڌوري: شادي آ ڪراڙي سان زال آ جيڪا ڏينهن جو نوڪري ڪري.

سو سان بہ نہ ٿئي: عورت نہ ٿئي امام توڙي پڇائي 100 طعام.

اصيل نہ مٽائي ذات توڙي ڏسي 100 ڪات.

پري نہ ٿئي حور توڙي پونس 100 نور.

سو ۽ اصطلاح: ترجي گٿي 100 چوٽون کائي.

100 ڪوهہ هڪ واهہ، 100 واٽيا هڪ پناهہ، 100 چندا هڪ پيتو.

100 چور هڪ ريسرچر، 100 ٺڳ هڪ سياستدان، 100 نشا هڪ عشق.

هزار (Thousand): 1000

هڪ پير جا هزارين مريد، هڪ استاد جا هزارين شاگرد.

هڪ ليڪ تي هزارين ٽبڪا، هڪ گول جا هزارين قطر.

هڪ تندرسي هزار نعمت، هڪ بلبل هزار داستان.

حل: هڪ سوال جا حل ڪڏهن ممڪن، ڪڏهن ناممڪن.

ممڪن تہ بہ ڪڏهن هڪ حل تہ ڪڏهن گهڻا.

ڪن حالتن ۾ حل ممڪن، ڪن ۾ نہ ۽ حدن اندر.

(Existence, Uniqueness, Conditions, Limits)

ڪڏهن هزارن سوالن جو هڪڙو جواب.

ساڳيو جواب ڪن لاءِ سٺو ڪن لاءِ خراب، ساڳيو جملو ڪن لاءِ دعا ڪن لاءِ بددعا.

وڻ هيٺان هڪ مٿان بہ يا وڌيڪ (ڪڏهن واحد ڪڏهن جمع).

وڃو پائڻ لاءِ هڪ خريداري وقت بہ يا وڌيڪ.

جيئن تہ هن ڪتاب جي نالي ۾ مزو، سوال يا حساب، انگن ۽ راند جو ذڪر آهي، تنهنڪري انهن لفظن جو ٿورو ذڪر هيٺ بيان ڪجي ٿو.

مزو: عبادت جو آ روئي گهرڻ ۾، انبڙين جو آ چوري پٽڻ ۾، سفر جو آ بنان ٽڪيٽ، اي، سي جو آ بنان بل پرڻ ۾، جج ٿيڻ جو آ آئين ۾ ترميم جو حق ڏيڻ يا نااهل ڪرڻ ۾، چيئرميني جو آ بنان اليڪشن جي (وراثت يا وصيت).

مزو: ڪنهن کي جنگ ۾ ڪنهن کي سجدن ۾، ڪنهن کي نعرن ۾ ڪنهن کي واعدن ۾، ڪنهن کي حلوي ۾ ڪنهن کي ويزا ۾، ڪنهن کي نچڻ ۾ ڪنهن کي ٽپن ۾.

ڪانو کي لڙ ۾ مزو، پروفيسر کي عهدن ۾، استاد کي سمجهائڻ ۾، سائنسدان کي تجربن ۾ پر رياضيدان کي فارمولن ۾ مزو.

راند: ڪا بال سان ڪا پتن سان، ڪا مهرن سان ڪا ڳوٽن سان.

ڪا شڪلين سان(نانگ، ڏاڪڻ)، ڪا تيلين سان ڪيڏبي آهي.

شادي، پيار ۽ عشق ڪن لاءِ راند تہ ڪن لاءِ جنگ.

ڪا راند ذهني تہ ڪا جسماني، ڪا 2 رانديگر ڪيڏن تہ ڪا گهڻا رانديگر ڪيڏن (ننڍا وڏا، عورتون، مرد، ڪارا گورا).

پر رياضيدان انگن، حسابن ۽ پرولين وسيلي راند ڪيڏن.

حساب ڇو سڪجن: قبر ۾ سوال ڪندا منڪر ۽ نڪير.

قيامت واري ڏينهن حساب ڪتاب ٿيندو.

ان الله يرزق من يشاءُ بغير حساب (يارن سان کهڙا ليکا).

اگهي تہ پاءُ نہ تہ مٽن کي موٽ.

عدل ڇتان نہ آنءُ ڪر ڪو ڦيرو فضل جو.

دولت لاءِ کپي واپار، سياست، ڪرپشن، ٺيڪيداري.

نوڪري لاءِ کپي ووٽ، ڊگري، ڪوٽا، سفارش، بريف ڪيس.

مشهوري لاءِ کپي نچڻ، ڳائڻ، شاعري، راند.

فارين وڃڻ لاءِ کپي نرس، ڊرائيور، گارڊ ۽ چوڪيدار.

تہ پوءِ ڪوڙا، فارمولا، ڪتاب، اصل ڊيتا ۽ محنت ڇو؟

حساب ڪيترا سڪجن: ووٽ، نوٽ، ميمبر، پراجيڪٽ، ملون، محل، پلاٽ ۽ زمين ڪيتري؟

جج، وڪيل، آفيسر، پير، سردار ۽ مولويءَ جو ريٽ، ويٽ ۽ پيٽ ڪيترو؟

يونيورسٽيون، بورڊ، ضلعا، اسپتالون ڪيترين ۽ انهن جي بجيٽ ڪيتري؟
بلڊر، صنعتڪار ۽ ٽرانسپورٽر ڪيترو چندو ڏئي سگهندا؟
حساب ڪنهن کان سکون: جيڪو ڪلاس نہ وٺي پرمارڪن جو سخي هجي.
يونين ليڊر هجي ۽ انتظامي عهدا سنڀالي.
بنيادي اصولن کان ڪورو هجي پر انٽرنيٽ، پيڪيجز ۽ تعلقات جو ماهر هجي،
نتيجي ۾ ڊگري بہ پڪي، گريڊ بہ سٺو ۽ مقالا بہ ڇپبا.
انگن ۽ حسابن جي اهميت: 0 ۽ 1 جو قدر تہ ڪو ڪمپيوٽر وارن کان پڇي.
ڪمپيوٽر سائنس، بزنيس ايڊمنسٽريشن يا بينڪنگ جو اوج عارضي پر رياضي ۽ انگريزيءَ جو اوج دائمي آهي.
ڪنهن رياضيدان کي بادشاهہ، صدر، وزيراعظم، يا راڻي ٿيندي نہ ٻڌو آهي پر تڏهن بہ حساب ضرور سڪجن چو تہ حسابن جي زور تي ايٽمي طاقت بڻجي اڀجاڻ ۽ عياش قومن جي تيل، معدني ۽ معاشي وسيلن تي قبضا ٿيندا آهن.

# فهرست

| باب | عنوان | صفحو |
| --- | --- | --- |

## پاڱو پهريون: مزيدار سوال



## پاڱو ٻيون: انگن سان راند

# پاڳو پهريون مزيدار سوال

## باب پهريون: ڳجهارتون (چو، ڪير، ڪيئن، عجب)

## انگن وسيلي ڇهري چنڊي

**چو:**

| | |
|---|---|
| 1)80 سالن جي ماءُ پيءُ ڪي پٽن ساڙي ڇڏيو. | (هندو) |
| 2) پنجن سالن جي جيڏي ڌيءَ ڪي پيءُ پوري آيو. | (ڪجهه قديم عربي) |
| 3) 30 سالن جي جوان عورت پاڻ ڪي ساڙي ڇڏيو | (ستيءَ جي رسم) |
| 4) 10 سالن جي نياڻيءَ ڪي وارثن گهران ڪڍي ڇڏيو. | (ننڍي عمر ۾ شادي) |
| 5) 25 سالن جي پٽ ڪي ملڪ نيڪالي. | (پڙهڻ يا روزگار) |
| 6) ويهن جي منڊي لاٿم پر نه رت وهي نه پوليس آئي | (ننهن) |
| 7) هر ٽئين مهيني فصل تيار نه هر ڪا هجي نه ٻج پوکجي. | (وار) |
| 8) جن ڏهن چٽن جو ڳلو ڪٽيم سي زنده سلامت. | (قميصن جو) |
| 9) جن پنجن چٽن جو ڪيسو ڪٽيو تن ڪي خبر ئي نه پئي. | (درزي) |
| 10)وڏو ظالم آ روز 8، 10 ڏور کهندو آ يا مردا پوريندو آ | (ڪاسائي، گورڪن) |
| 11)روزانو ڏزن ٻارن جو اڳٽ کوليندي آ. | (اسڪول مس) |
| 12)روزانو 25، 30 دفعا ڏاڙهي لاهيندو آ. | (حجم) |
| 13)روزانو 20 جوان ڇوڪرين جي ڇيلهه ۽ ڳڇي ماپيندو آ. | (درزي) |
| 14)روزانو ڏهن ويهن ڇوڪرين ڪي منڊيون يا چوڙيون پارائيندو آ. | (سيلزمئن) |
| 15)روزانو ٻه ٽي سو ماڻهن ڪي چانهن پياريندو آ ۽ ماني کارائيندو آ. | ( ) |
| 16)روزانو پنجاهه سٺ مردن ڪي وڃهندي آيا پياريندي آ. | (نرس) |
| 17)09 ڪي 90 ڪرڻ سندن ڏائي هٿ جو ڪيل آ. | (ممتحن) |
| 18)سوين پرڻيل عورتون ڪٽي اچن يا سوين ٻار غلام بنائن. | (فاتح) |
| 19) پٽن ڪي گهوڙي چاڙهن پر نياڻين ڪي شينهن ڪلهي چاڙهن. | (رسم) |

20)پنج جوان هڪ هفتو اڳي مري ويا هئاسي زنده سلامت موٽي آيا.

21)هڪ محل ۾ 4 بادشاهه ۽ 4 راڻيون گڏ رهن.
22)32 پائر هڪ پيٽ پر انهن جي قابو ۾ نه.
23)چئن پينرن جو هڪ پاءُ پر ٿلهو ۽ بندرو.
24)پوري آيس 50 کي پر ٻاهر نڪتا 5 هزار
25)خرچ ڪيم 2 لک پر گهر ۾ آيا 20 لک.
26) دانگي تپي 6 مهينن ۾ ته مسافر ٽڪي 12 مهينا.
27)شادي ڪيم هڪ سان پر نوان مائٽ ڪيئي ڏزن
28)قتل ڪريان هڪ کي پر ڪيس ۾ ڏيکارن ٻه.
29) مرن 2 پر پچن 20 (پکي، وڻ تان).
30) روزانو چار يا پنج ساڙيندو آ.
31)ڪري هڪ مرن سوين (هوائي جهاز).
32)پرڻجي هڪڙو خوش ٿين ٻيا. ( )
33)ڪسجي هڪ ڪائن 100 ( )
34)گهر هڪ چندا گهٽا، مڪان هڪ ڏندا گهٽا.
35)انجڻ هڪ دٻا گهٽا، شهر هڪ گهوٽا گهٽا.
36) دڪان هڪ ٻوتيون گهٽيون، قضا هڪ سزا گهٽي.
37) روزانو ائين ڏهن کي فيل ڪندو آ.
38) روزانو ائين ڏهن جي ڪل لاهيندو آ.
39) چوڪري ٻه ڏني چئن پنجن لکن جو سامان ٻه.
40) 9 راڻيون اهڙيون آهن جن کي نه حمل ٿيو نه سور نه ٻار.
41)9 مائرون اهڙيون آهن جن کي نه راجا نه محل نه ٻانهي.
42)9 ڪنجيون اهڙيون آهن جن جو نه تالو ڏسجي ۽ نه هٿ ۾ اچن.
43) 9 راجا اهڙا آهن جن جي نه راڻي نه تاج نه رعيت.
44) اڍائي قلندر ٻه ٿين ته ٻار ٻه.
45) ڪو گهوڙو اڍائي قدم هلي ته ڪا گهوڙي پچي نه سگهي.

## ڳجهارتون (انگ)

| | |
|---|---|
| لتون 2 پر پکي يا انسان نہ (دولت). | ٽنگون 4 پر چوپايو نہ ( ) |
| اکيون 100 پر ڏسي رڳو ہن سان (مور) | لٽ آ پر 7 رنگ اٽس |
| پير 100 پر گهمي رڳو ڏهن سان (سوپيري) | ها 3 دفعا تہ مائٽ گهٽا |
| سر 10 پر ڏيکارجي رڳو هڪڙو (ڏهيسر) | گناهہ 100 پر معاف ( ) |
| راڄ 10 پر حڪم ڪنهن تي بہ نہ (ڏهراڄ) | عورت 1 پر مڙس گهٽا ( ) |
| گهوڙا 10 پر منڊيون 30 (ہہ سوار) | خالق 1 پر معبود گهٽا ( ) |
| مڙس هڪ پر زالون ڪڏهن 2 ڪڏهن 4 | شاگرد 1 پر استاد گهٽا ( ) |
| مجاهد هڪ پر ٻانهيون ٽوريون يا گهٽيون. | لکي نہ پر پڙهي 5 دفعا ( ) |
| اکيون 3 پر ڏسجن 2 ( ). | 2 گهوڙا منڊيون 6 (2 سوار) |
| پوکي نہ پر وڍي 20. | بصر چونس پر آهي انسان (دوپيازه) |
| 2 ڪن پر ساهہ نہ (دڪان). | پاءُ آ پر پيٽ نہ اٽس (آدر پاءُ) |
| 2 آهن پر 12 تي وڃن (دوباره). | ڪلو آ پر گرام نہ اٽس (ڪاٺ جو) |
| پاءُ آ پر سري نہ اٽس (شيرپاءُ). | 100 ڪنڊا پر لڱن نہ ( ) |
| ماءُ آ پر هڪ مڙس نہ اٽس (گئو ماتا). | 100 پادر پر انعام نہ ( ) |
| 100 موتي پر قيمت ٿوري ( ). | 100 ڏڪ پر وڍجي نہ ( ) |
| 100 کلون پر مضبوط نہ ( ). | (گاهہ، چرڻ نہ)، (واهہ، پاڻي نہ). |
| 100 داءُ پر ڪٽي نہ ( سودائي). | (گلاب جامن، جامن نہ) |
| (گول ميز، گول نہ). | (ڪوٽ، ڪپڙو نہ)، (قلعو، رهائش نہ). |

## ملڪيت، پار ۽ حصا

(1)پار 3، حصا 3 ته پٽ (3) ۽ ڌيئر (0) يا پٽ (0) ۽ ڌيئر (3)

(2) پار 3، حصا 4 ته پٽ (1) ڌيئر (2).

پار 3، حصا 5 ته پٽ (2) ڌيئر (1).

(3) پار 4، حصا 4 ته (4، 0) يا (0، 4).

پار 4، حصا 5 ته (1، 3)، پار 4 حصا 6 ته (2، 2).

(4) ملڪيت: هڪ ڳئون، هڪ ڪجيءَ جو وڻ، هڪ ڪمبل.

ٻن پٽن ۾ ورهايو.

**(5) ملڪيت: 17 هاٿي.**

ٽن پٽن کي حصو $\frac{1}{9}, \frac{1}{3}, \frac{1}{2}$ ڏيو.

(6)ملڪيت: زمين ۽ ديگڙو خزاني جو.

وارث: 2 ڄڻا، هڪ کي پٽ ٻئي کي ڌيءَ. ملڪيت ورهايو.

| | |
|---|---|
| (7) ضلعو هڪ سردار 3. | بادشاهه هڪ پٽ 4. |
| گادي هڪ پير 4. | مدرسو هڪ عالم 2. |
| سنڌ هڪ حڪمران ٽالپر پائر 4. | يونيورسٽي هڪ ليڊر پروفيسر 7. |
| ملڪ هڪ وڏا مذهب 2. | مذهب هڪ فرقا گهڻا. |
| صوبو هڪ ٻوليون 3. | فوج هڪ سالار گهڻا. |
| (8)مذهب هڪ امام 4. | ڪتاب هڪ مصنف ڏهه |
| فرقو هڪ مفتي 4. | مقالو هڪ ليکڪ پنج |
| ڊگري هڪ پيپر 4. | محل هڪ راڻيون چار |

جج، جرنيل، وزيراعظم ۽ صدر، پاور ڪيئن ورهائجي؟

انگن سان راند

# ڳجھارتون (عجب)

10 ماڻھو منڍيون 200 (ننهن)،
ڪوئا آهن پر ھلي ڪونھي،
ھار آهي پر گھر ۾ ڪونھي،
گدڙ آهي پر ڪوڪ ڪونھي،
ڪنڊا آهن پر مڇي ڪونھي،
بندي آهي پر بندو ڪونھي (وارابندي)،
ھانگ آهي پر جماعت ڪونھي،
جهاز آهي پر ڪونھن،
انڊا آهن پر مرغي ڪونھي،
بانگو آهي پر مسجد ۾ نہ،
مري ويو آ پر (زندھ آهي) پوريو نہ،
مور آ پر نچي نہ،
ڪورٽ آهي پر جج ۽ وڪيل ڪونھن،
ڪير آهي پر ٽڻ ڪونھي (بڙ جو)،
تر آهن پر تيل ڪونھي (بدن تي)،
چنڊ/سون آهي پر چمڪي نہ (ڪارو يا وهنڊڙ)،
راند سٺي آ پر ڏسڻ وارو ڪونھي ،
جوڙا آهن پر ڪپڙا ڪونھن (ڏاندن، انگن)،
ڪنڻ آهي پر ڪڻنچي ڪونھي ( )،
پيٽ آهي پر وات ڪونھي (باھ)،
جوڙ آ پر انگن جو نہ
پکي آ پر اڏري نہ
جھنگ آ پر درندا نہ

يار ھٿ ۾ آ پر پيار ڪونھي
تڏو آهي پر تان تان ڪونھي
گھوڙو آ پر ڊوڙ نہ
گھوٽو آ پر پيٽڻو نہ آهي
ٺڪاءُ آهن پر بندوق ڪونھي
باڙ آهي پر گھٽائبو ڪونھي
برسات آهي پر بادل ڪونھي
جيل آ پر ڏوھاري ڪونھي
ڪور آهي پر ڪمانڊر ڪونھن
پير آهي پر مريدن جو نہ
ماتا آهي پر پتا نہ
پتي آ پر مڙس نہ
بال آهي پر بيٽ ڪونھي (ڪورٽ ۾)
مکڻ آهي پر کير ۽ گيھ ڪونھي
تيل آهي پر مکڻ لاءِ نہ (مٽيءَ جو....)
مقابلو سخت آ پر استاد ڪونھي ( )
ونڊ آهي پر انگ ڪونھن (خيرات)
پتي آهي پر حصو ڪونھي (چانھن، مڙس)
وٽ آهي پر تارازي ڪونھي (بتي)
پيٽ آهي پر پرچي نہ ٿو ( )
اٺ آ پر بار نہ کڻي
پٽ آ پر پائبو نہ
ھلو آ پر ساھ نہ

# ڳجهارتون

| | |
|---|---|
| اندو آ پر کائبو نہ. | بار آ پر پر ٽڪائي نہ (چاڪليٽ) |
| بار آ پر ساھہ ناهي (ان جي). | ھوٽي آ پر ھڏو ناهي (ڪنوار ھوٽي) |
| جوڙو آ پر پائبو نہ ( ). | سيٽ آ پر زيور نہ ( ) |
| ڪاٺي آ پر ساڙبي نہ ( ). | وڳو آ پر لاھبو نہ ( ) |
| برف آ پر ڳري نہ (اختلاف قائم). | انڌو جيڪو بي ساھو (انصاف) |
| ھوڙو آ پر بي ساھو (قانون). | گھٽو ڪائي پر وات نہ (باھہ) |
| عيد آھي پر چنڊ نہ (ديدار). | بٺلون آھي پر اڏري نہ ( ) |
| پتا آھن پر وڻ جا نہ (تاس). | پان آ پر چباڙيو نہ ( ) |
| ڪوٺا ٽپي پر ڏاڪڻ نہ (دونهون). | ڪاٽ ڪُٽي پر ڪھاڙي نہ (ڪاٽ ڪٽو) |
| ڪار آ پر ڊرائيور ڪونهي (راند پڪو). | ڪارو آ پر خوشبودار (مرچ) |
| قيد آ پر زنجير يا جيل نہ (نڪاح ۾). | قيمتي آ پر خوب صورت نہ (ڪوئلو) |
| ڳاڙهو آ پر ھاڻءِ ساڙي (مرچ). | سائي آ پر بيماري نہ (پنگ) |
| ديگ آ پر ھوڙي نہ (دال جي). | دال آ پر ڳري نہ (دال چيني) |
| ڏاڪڻ آ پر ڪوٺو نہ (راند). | زبان آ پر جانور جي نہ ( ) |
| ڪنڊ آ پر مٽي نہ (ذات) | چنڊ آ پر عيد نہ ( ) |
| ڪارو آ پر ان نہ (پاٽي). | حساب آ پر وات نہ (ليڪو) |
| ڳار آ پر بسُري نہ ( ). | ھار آ پر خوشي نہ (شڪست) |
| چوري آ پر جائز آ. | چٽڻ آ پر مزيدار آ |
| ڪوڙ آ پر گناھہ نہ. | ڪوڙ آ پر سچ ڪان پلو |
| سوال آ پر جواب نہ. | بال آ پر راند جو نہ |
| پنڻ آ پر سٺو آ. | پٽڻ آ پر ثواب آ |
| مٽي آ پر مٽو نہ | ڪنوار آ پر گھوٽ نہ |
| رڪ آ پر ساھہ اٿس | لٺ آ پر ڪٽبي نہ |
| ڪارتوس آ پر ماري نہ | چنڊ آ پر چنڊي نہ |

# ڳجهارتون (نہ، نہ ۽ بہ، بہ)

| | |
|---|---|
| نہ علم ۾ نہ عمل ۾ ، | نہ عالم ۾ نہ عامل ۾ |
| نہ الله ۾ نہ رسول ۾، | نہ احمد ۾ نہ محمد ۾ |
| نہ آدم ۾ نہ حوا ۾، | نہ اس ۾ نہ هوا ۾ |
| نہ اک ۾ نہ دل ۾، | نہ سُک ۾ نہ آرام ۾ |
| نہ سومر ۾ نہ محرم ۾، | نہ سچ کي نہ ڌرتيءَ کي |
| نہ لالچ کي نہ ليک کي، | نہ لک ۾ نہ ڪک ۾ |
| نہ مار ۾ نہ گار ۾، | نہ مام ۾ نہ رام ۾ |
| نہ سال ۾ نہ ڪلاڪ ۾، | نہ سس ۾ نہ ماءُ ۾ |
| نہ سگهہ ۾ نہ مول ۾، | نہ سود ۾ نہ مور ۾ |
| نہ دال ۾ نہ لعل ۾، | نہ دعا ۾ نہ دوا ۾ |
| نہ دادو ۾ نہ سکر ۾، | نہ در ۾ نہ گهر ۾ |
| نہ حرام ۾ نہ حلال ۾، | نہ حال ۾ نہ هال ۾ |
| نہ واهہ ۾ نہ راهہ ۾، | نہ وڻ ۾ نہ رڻ ۾ |
| نہ ڪلام ۾ نہ طعام ۾، | نہ ڪار ۾ نہ هار ۾ |
| نہ مکڻ ۾ نہ وار ۾، | نہ آل ۾ نہ مال ۾ |
| نہ گول ۾ نہ رول ۾، | نہ گل ۾ نہ کار ۾، |
| نہ مصر ۾ نہ مدراس ۾ ، | نہ مک ۾ نہ مکڻ ۾ |
| نہ زور سان نہ زاري سان، | نہ گوري سان نہ گولي سان |
| نہ ووٽ سان نہ نوٽ سان، | نہ اڪثريت سان نہ حڪومت سان |
| رنجيت ۾ بہ سلاجيت ۾ بہ (جيت)، | ڪک ۾ بہ ڪُک ۾ بہ |
| پروفيسرن ۾ بہ آفيسرن ۾ بہ (آفيسر)، | پيرن ۾ بہ ميرن ۾ بہ (عادتون) |
| چورن ۾ بہ فقيرن ۾ بہ (رن)، | وڪيلن کي بہ اصيلن کي بہ ( ) |
| صورت ۾ بہ سيرت ۾ بہ ( )، | عورت ۾ بہ مورت ۾ بہ ( ) |
| (چنب، چنبو)، (ڏنب، ڏنبو)، | (لنب، لنبو)، (کنب، کنبو) |

# ڳجهارتون (جيڪو سو، جيترا اوترا)

| | |
|---|---|
| جيڪي سچ ۾ سي چنڊ ۾ نه. | جيڪي سچ ۾ سي ڪوڙ ۾ نه |
| جيڪي رات ۾ سي ڏينهن ۾ نه. | جيڪي قلم ۾ سي ترار ۾ نه |
| جيڪي ڪوڙ ۾ سي وڪڙ ۾. | جيڪي احد ۾ سي احمد ۾ |
| جيڪي روم ۾ سي مور ۾. | جيڪي نار ۾ سي ناريءَ ۾ |
| جيڪي تخت ۾ سي تختي ۾. | جيڪي وڻ ۾ سي ڳوڻ ۾ |
| جيڪو ڪيسو ڪتي سو گلو به ڪتي. | جيڪو مٽ گرم ڪري سو ڪيسو به. |
| اک جي اکيان وات جي وچ ۾. | زبان جي اکيان مغز جي پويان |
| جيترا تاس ۾ اوترا سال ۾. | جيترا ترار ۾ اوترا قلم ۾ |
| جيترا اٽ ۾ اوترا باندر ۾. | جيترا احمد ۾ اوترا محمد ۾ |
| جيترا بال ۾ اوترا زال ۾. | جيترا ٻليءَ ڪي اوترا ڪتيءَ ڪي |
| جيترا گدڙ ۾ اوترا ڪڪڙ ۾ | جيترا گول تي اوترا ليڪ تي |
| جيترا ليڪ تي اوترا ليڪ ٽڪر تي | جيترا ڳئون ڪي اوترا مينهن ڪي |
| جيترا دل ۾ اوترا ڦڦڙ ۾ | جيترا درياهه ۾ اوترا سمنڊ ۾ |
| جيترا جنڊ ڪي اوترا تارازيءَ ڪي | جيترا کير ۾ اوترا ماکي ۾. |
| جيترا ڪڪر ۾ اوترا ڪوڪر ۾ | جيترا راڻيءَ ۾ اوترا ڪاٺيءَ ۾ |
| جيترا روم ۾ اوترا مصر ۾ | جيترا ڪرڪيٽ ۾ اوترا هاڪي ۾ |
| جيترا پان جا اوترا ايٽ جا | جيترا وڻ ۾ اوترا واڻ ۾ |
| جيترا ونڊ ۾ اوترا ضرب ۾ | جيترا پيڙ ۾ اوترا ٽڦڙ ۾ |
| جيترا جج جا اوترا وڪيل جا | جيترا انسانن ڪي اوترا پکين ڪي |
| جيترا مسجد ۾ اوترا مندر ۾ | جيترا تاس ۾ اوترا باس ۾ |
| جيترا ڪٽ ڪي اوترا ڪرسي ڪي | جيترا هٽ ۾ اوترا وٽ ۾ |
| جيترا هار ۾ اوترا ڪار ۾ | جيترا مردن ڪي اوترا عورتن ڪي |

# ڳجهارتون (تورا، گهٽا)

| | |
|---|---|
| اک ۾ هڪ 2 آسمان تي گهٽا. | آسمان تي هڪ زمين تي گهٽا (چنڊ). |
| ٻتيءَ ۾ هڪ تارازي لاءِ گهٽا. | اٺ ۾ 2 ٻڪريءَ ۾ 4. |
| اندر ۾ هڪ ٻاهر 2. | غلام کي هڪ مالڪ کي نہ. |
| نر ۾ هڪ ماديءَ ۾ 2. | نور ۾ هڪ نانگ ۾ 2. |
| هزار ۾ هڪ ڪروڙ ۾ 4. | عورت کي 2 مرد کي نہ. |
| زهر ۾ هڪ زبان ۾ 3. | مواليءَ کي 2 صوفيءَ کي 3. |
| سرد ۾ بہ هڪ گرم ۾ بہ هڪ . | زر ۾ بہ هڪ زور ۾ بہ هڪ. |
| شادي هال ۾ هڪ، ڪوندين ۾ گهٽيون. | دهل ۾ بہ 0 گهور ۾ بہ 0. |
| ڇج سان هڪ، گهوٽڪيءَ ۾ گهٽا . | پليٽ ۾ 2 پساريءَ وٽ گهٽيون (ٻوٽي). |
| قتل لاءِ 2 زنا لاءِ 4. | ديڳڙي ۾ هڪ، درٻار ۾ گهٽا (چمچ) |
| مڙس کي چوٿون حصو زال کي اٺون. | زال سان هڪ دفعو ٻانهيءَ سان نہ (نڪاح). |
| صبر ۾ بہ هڪ شڪر ۾ 3. | گڏهہ ۾ هڪ ڏيڏر ۾ 2 . |
| هيٺ تہ 4 مٿي تہ 6. | پٽ کي 6 ڌيءَ کي 4. |

## ڳجهارتون (عجب)

| | |
|---|---|
| ڪڏندو آ پر وڃھندو نہ آ (سج، اکيون، رت) | قاتي بہ، تتي بہ، بيهي بہ ( ) |
| وڃھندو آ پر ڪڏندو نہ آ (کيرم ڪنڊ، پاٽي) | قاتندي آهي پر سببي نہ آهي (دل) |
| سڙندي بہ آ ٺرندي بہ آ (دل، اک) | ٻري بہ ٻاري بہ (تيلي) |
| سڙندا آهن پر ٺرندا نہ آهن (آنڊا) | سئي بہ خراب بہ (زبان) |
| وڃي بہ ميوو بہ (وڻ)، | وڏو بہ ننڍو بہ |
| قيمتي بہ بي بها بہ (ڳوڙها) | مٺو بہ ڪوڙو بہ |
| هلڪي بہ طاقت ور بہ، | ڪاري بہ اڇي بہ (چمڙي) |
| فائديمند بہ نقصان واري بہ (دولت) | ڏبو آ وٺبو نہ آ (ڏوهہ) |
| اپيون بہ سڏيون بہ (ڄنگهون، ليڪون)، | ڪٽبو بہ آ وٺبو بہ آ، ڪٽي بہ وڏي بہ |
| رگيل بہ ڪارا بہ (هٿ)، | ڏبو بہ آ وٺبو بہ آ |
| پکي بہ جانور بہ ( )، | لڳبو آ پر پوکبو نہ آ |
| ڪوڙا بہ سچا بہ (يهودي ۽ عيسائي)، | وٺي بہ ڏئي بہ، وڏو بہ ننڍو بہ |
| وٺندو آ پر وڃھندو نہ آ (ٻانهي، نڪاح)، | حور بہ زال بہ، پري بہ ٻانهي بہ |
| پڙهندو آ پر لکندو نہ آ (نماز) ڏبو بہ آ وٺبو بہ آ، | پائبو آ پر لاهبو نہ، لاهبو آ پر پائبو نہ |
| سنهو بہ ٿلهو بہ، سڪو بہ آلو بہ | ماکي بہ زهر بہ |

## ڳجهارتون (انگ)

| | |
|---|---|
| ڪن ۾ بہ هڪ، نڪ ۾ بہ هڪ، (ٽيڪا) | رن ۾ بہ هڪ نر ۾ بہ هڪ |
| مسلمان ۾ بہ هڪ، هندو ۾ بہ هڪ ( ) | جن ۾ بہ 2 فن ۾ بہ 2 |
| زال ۾ بہ هڪ، بال ۾ بہ هڪ ( )، | رجب ۾ بہ 2، رمضان ۾ بہ 2 |
| جنڊ ۾ بہ 2 تارازيءَ ۾ بہ 2پڙ (ڙ)، | ڪيڪ ۾ بہ، ليڪ ۾ بہ 2 ( ) |
| ڊڪ ۾ 2 ڊِڪ ۾ بہ 2 ( )، | ليڪ ڪي هڪ پلين ڪي 2 (وسعتون) |
| ڪاڪ ۾ بہ2، ڪوڪ ۾ بہ 2 ( )، | ظاهر ۾ هڪ باطن ۾ 2 ( ) |
| اندر هڪ ٻاهر 2. | پير ۾ 5 مير ۾ 2 |

| | |
|---|---|
| نرکي هڪ مادي کي 2 ( ). | فرش کي 2، ڪمري کي 3 (ماپون) |
| پکيءَ کي 2، پکي کي 3 (پر). | طلاق ۾ اکر 4 پر چوڻو 3 دفعا آهي |
| کنڊ لاءِ 2 ٽکنڊي لاءِ 3 (ليڪون). | اندر ۾ بہ هڪ مندر ۾ بہ هڪ |
| چنڊ ۾ لفظ 3 پر شاهد 2 کپن. | جيڪو ننڍيءَ ۾ سو منڊيءَ ۾ |
| ان ۾ هڪ ڏن ۾ 3. | جيترا پٽ ۾ اوترا پٽ ۾ |
| جيڪو سلمان ۾ سو مسلمان ۾. | نڪاح ۾ اکر 4، پرهائو 3 دفعا ڪرڻي آهي |
| جيترا پن ۾ اوترا ڏن ۾. | |

## ڳجهارتون (پرنہ)

| | |
|---|---|
| ڊاڪٽر آيو پر علاج نہ ٿيو (چوا). | مرشد آيو پر رهبر نہ ٿيو (چوا) |
| پروفيسر آيو پر گائيڊ نہ ٿيو (چوا) ، | چانهن آئي پر اڏري وئي (پکي) |
| دانهن آئي پر شاهد نہ هيو (چوا) ، | ٽڪاءُ ٿيو پر پکي نہ اڏريا ( ) |
| منڊي/گلو ڪٽيو پر رت نہ نڪتي ( ). | جج آيو پر ڪيس نہ هليو ( ). |
| ڪيسو ڪٽيو پر پئسا نہ نڪتا ( ). | استاد آيو پر سيکاريائين نہ ( ). |
| پاڙ ڪٽي پر وري ظاهر ٿيا ( ). | پوري آيم پر باهر نڪتا ( ). |
| جهنگ ويا پر ڪنوار نہ ملين ( ). | مري ويا پر موٽي آيا ( ). |
| زهر پيتم پر سقراط وارو درجو نہ مليو (چوا). | زر آهي پر زور نہ. |
| پلاٽ آهي پر الاٽ نہ ٿو ٿئي (خيال مرڪزي). | برسات پئي فائدو نہ. |
| ڪارتوس آهي پر نشاني تي نہ ٿو لڳي (چوا). | قلم آهي پر لڳو نہ. |
| ڪاتو آهي پر زمين ڪونهي !. | ڪير آ پر ولوڙجي نہ. |
| ميهار آهي پر مينهون ڪونهن (چنڊ، تارا). | مگٿهار آهي پر مگ ڪونهن. |
| ڪنڊو آهي پر چپي نہ ٿو (ڪنڊا ڪڍڻ). | ڪڪ آهي پر پچي نٿو ( ) |
| بانگ آئي پر جماعت ڪانهي ( ). | بادشاهہ آهي پر تخت ڪونهي |
| ڳوڙها آهن پر وهن نٿا (اٽي جا، مٽيءَ جا ). | سنڌو درياهہ آهي پر پلو ڪونهي ( ). |
| بيڙي آهي پر تري نہ ٿي ( ). | ڏُنگ آهن پر پرجن نٿا پر (آرپار). |

پتنگ آهن پر اڏرن نٿا (ڏور، هوا).
کيرولوڙجي نٿو (ڏڏل نہ).
سڪا آهن پر ملھہ نہ.

گئس آهي پر ڪار ۾ نہ ٿي پئي ( )
سيٽ آ پر ڳچيءَ ۾ نہ ٿو پئي ( )
گولو آهي پر گول نہ

## ڳجهارتون (عجب)

2 ۽ 2 کي 3 ٿو چئي (1 ڪائي ويو).
3 ۽ 3 کي 33 ٿو چئي (لاڳيتا رکيا).
5 ۽ 5 کي ٻڙي ٿو چئي، 6 ۽ 6 کي 36 ٿو چئي.
ڏئي 1000 گھري هڪ لک (ڊالر ۽ رپيا).
سيڙپ 750 جي مليس 9 هزار (انعامي بانڊ).
اليڪشن وڙهي ها تہ 10 لک خرچ ٿيئس ها پر نہ وڙهيو تہ مليس 20 لک (هٿ ڪڍڻ عيوض).
ڪاپي ڪري تہ 40 مارڪون، اچي چڏي.
اچي تہ 80 مارڪون (لکرائي وٺندس).
جيئرو تہ 10 هزار ماهوار پري مري تہ 10 لک ملن (ويمو).
ڪرن رڳو 2 پر پڇي وڃن 20.
انسانن کي رڳو 2 پر ڪن جيتن کي سو.
ڪي ست سريون ٻڌائڪي هڪ سـ ُ ربہ نہ (بي سرا).
ڪي 7 ڦيرا پائن ڪي 3 دفعا هائو ڪن.
ڪي 7 سمنڊ پار وڃن ڪن ڪي گھر ويٺي ميهار ملي.
10 دنيا ۾ ڏئي 70 آخرت ۾ وٺي.
ڏئي وري قرض گھري.
ڪن لاءِ هڪ جيون ساٿي ڪن لاءِ گھڻا.

1 ۽ 1 کي 4 ٿو چئي (2 ٻار ڄايا)
4 ۽ 4 کي 24 ٿو چئي، 5(44) (5 بنياد ۾)
ڏئي 100 گھري 200 (وياج هوندو)
پريائين هڪ لک مليس ٻہ لک (ويمو هوندو)
خرچ ڪيائين 5 لک سامان مليس 10 لک جو (شادي، ڏاج)
چڪو هٽي تہ 1 لک مليس آئوٽ ٿئي تہ 5 لک ملنس (بکيز)
جيئرو تہ لک مري تہ 50 لک (سرڪاري ملازم)
دشمن کي ماري تہ 2 لک ملن پريجي اچي تہ 20 لک ملن (غداري جا).
ڏانگي ٽپي 6 مهينن ۾ تہ مسافر ڪي 12 مهينا.
زمين تي هجي تہ 1 رنگ پر آسمان تي تہ ست رنگ.
ڪي 1000 داڻن واري تسبيح ڦيرين تہ ڪي چون "يارن سان ڪھڙا ليکا".
12 وڳا آهن پر سک ڪونهي.
تڪڙ تہ رڳو 13 پر صبر تہ 16.
پيدا ڪري وري وٽيس نہ.
ڪي هڪ لاءِ سڪن ڪي ڳٽي ٽڪجن.

## باب ٻيون: مزيدار سوال (جواب ڳهٽا، غيرمناسب، فرق، انگن تي عمل)

سوال:

1)ڪن کي هڪ لڳي ڪن کي ٻه ته پر ڪن کي لڳي ئي نه. (ڪوڙو)

2) ڪن کي هڪ دفعو ڪجي، ڪن کي بار بار ڪجي ته ڪن کي هرگز نه ڪجي. (وند، ضرب)

3)ڪڏهن ڳهٽن کي هڪڙو ڪري ڪڏهن هڪ کي ڳهٽا ڪن. (وند)

4)ڪڏهن ڳهٽن مان هڪ ٺهي ڪڏهن هڪ مان ڳهٽا. (ضرب ايپت، جزا)

5)ڪن موادن جون سراسريون ڳهٽيون ته ڪن جون ٽين ئي نه.

6)ڪن جي جا متريڪل ۽ هارمونيڪل سراسري نه. {2, 0,1 .....}

7)ڪن جي جا ميٽريڪل سراسري غير حقيقي. {2,4,8,3,.....,}

8)ڪن جا وندبيندڙ ڳهٽا ته ڪن جو هڪ به نه. (مفرد)

9) ڪن جو جوڙ نه ٿي سگهي، ڪن کي ترتيب ۾ نه لکي سگهجي ته ڪن جو ملهه معلوم ٿي نه سگهي.

10)ڪن کي ضرب نه ڪري سگهجي ۽ ڪن سان وند نه ڪري سگهجي.(زيرو)

11)ڪن کي حل نه ڪري سگهجي ۽ ڪن جا حل ڳهٽا.

12)جيترا فوٽ ڪنهن چورس جو پيري ميٽر اوترا چورس فوٽ سندس ايراضي ته ان چورس جو هڪ پاسو ڪيترو؟

13)جيترا فوٽ ڪنهن گول جو گهيرو اوترا چورس فوٽ سندس ايراضي ته ان گول جو رداس ڪيترو؟

14)جيترا فوٽ ڪنهن چورس جو اريب اوترا چورس فوٽ سندس ايراضي ته ان چورس جو هڪ پاسو ڪيترو؟

15)جيترا ڪعب فوٽ ڪنهن مڪعب جو مقدار اوترا چورس فوٽ سندس مٿا چري جي ايراضي ته ان مڪعب جو هڪ پاسو ڪيترو؟

## جواب گهٽا

1) انگ ساڳيو ملهہ گهٽا (Place value)

2) عدد ساڳيو ملهہ گهٽا (Base value)

3) مساوات هڪ حل گهٽا (Degree)، عدد هڪ جزا گهٽا

4) انگ بہ دفعا استعمال تہ ملهہ گهٽا (Operation)

5) مور ساڳيو وياج جا ريٽ گهٽا.....

6) ملهہ هڪ مطلب گهٽا؛

7) جوڙا هيا ملهہ ساڳيو؛

8) ڪندن جي ماپ ہي پر نسبتي ملهہ ساڳيو.

9) قالب هيا پر ڊٽرمينٽ جو ملهہ ساڳيو.

10) ويڪٽر هيا ملهہ ساڳيو، ڪمپليڪس عدد هيا ائمپليٽيوڊ ساڳيو.

وٽيون هيون ڊيگهہ ساڳي، ليڪون هيون مساوات ساڳي.

11)سراسري ساڳي مواد هيا، مڌيان ساڳيو مواد هيا،

پرابيليٽي ساڳي واقعا هيا، ڪورليشن ساڳي متغير هيا هيا.

12) سيريز هيون هيون پر جوڙ ساڳيو.

13) سيريز هيون هيون پر چوٿون نمبر ايٽم ساڳيو.

14) هڪ ليڪ لاءِ مساواتون گهٽيون. y=mx+c, ax+by=c

هڪ گول لاءِ مساواتون گهٽيون.

15) ماپ ساڳي ليڪ ٽڪر هيا، رداس ساڳيو گول هيا هيا.

16) عدد هڪ ملهہ گهٽا، عدد ساڳيو لاگ هيا هيا.

## غير مناسب سوال (ڳولهيو) (ل، م، ن، ج، چ)

| | |
|---|---|
| مرشد هڪ خليفا ڳولهيو؟ | مولوي هڪ مدرسا ڳولهيو. لفظ هڪ اکر ڳولهيو؟ |
| نوڪري هڪ اميدوار ڳولهيو. | مرغ هڪ مرغيون ڳولهيون |
| ميچ هڪ رنسون ڳولهيون. | مڙس هڪ زالون ڳولهيون |
| مندر هڪ بت ڳولهيو. | لفٽ هڪ منزلون ڳولهيون |
| ميٽر هڪ ڪنڊا ڳولهيو . | مرد هڪ ذاتيون ڳولهيون |
| ملڪ هڪ شهزادا ڳولهيو؟. | لٺ هڪ رنگ ڳولهيو |
| مرلي هڪ نانگ ڳولهيو. | محفل هڪ ناچو ڳولهيو |
| جهاز هڪ مسافر ڳولهيو. | چٺا 10 تت ڳولهيو |
| چاٽي هڪ سوراخ ڳولهيو. | جج هڪ وڪيل ڳولهيو |
| جملو هڪ لفظ ڳولهيو؟ | چنڊ هڪ تارا ڳولهيو؟ |

## سوال غير مناسب (ڳولهيو) (ا، ب، پ، ڀ، ٽ، ٿ، ت)

| | |
|---|---|
| استاد هڪ شاگرد ڳولهيو؟ | آفيسر هڪ ملازم ڳولهيو؟ |
| آسمان هڪ تارا ڳولهيو | عورت هڪ ٻار ڳولهيو |
| ٻلي هڪ ڪوئا ڳولهيو | ٻانهن هڪ چوڙيون ڳولهيون |
| پير هڪ مريد ڳولهيو | پگهار 20 هزار ڪمائي ڳولهي |
| پٽ هڪ پوٽا ڳولهيو | پليٽ هڪ ٻوٽيون ڳولهيون |
| ٽٽ هڪ سوپاريون ڳولهيون | ٽورناميٽ هڪ ٽيمون ڳولهيون |
| ٻار هڪ مائرون ڳولهيون | ٽڪاءُ هڪ ٻچن ڳولهيو |
| ٿلهو هڪ ڪري سنها مرن ڳولهيو | تارازي هڪ وٽ ڳولهيو |
| بت هڪ پوڄاري ڳولهيو | ٻـر هڪ مرن ڳولهيو |
| بيت هڪ ڳائڻا ڳولهيو | بتي هڪ پڙهن ڳولهيو |
| اکر هڪ ٽٻڪا ڳولهيو | عدد هڪ جزا ڳولهيو |
| انگ هڪ لکڻ جا طريقا ڳولهيو | پلاٽ هڪ فائيل ڳولهيو |
| پاتاريدار هڪ چور ڳولهيو | ٺاٺيدار هڪ ڏوهاري ڳولهيو |

| | |
|---|---|
| اسڪول هڪ ماستر اچن گهٽا؟ | بوتل هڪ جن گهٽا؟ |
| پاڳيو هڪ مينهون گهٽيون | ٻيلو هڪ وڻ گهٽا |
| تيلهو هڪ ڪتاب گهٽا | اميدوار هڪ ووٽ گهٽا |
| ٻني هڪ هاري گهٽا | ٻيلو هڪ شينهن گهٽا |
| بيمار 10 مرن گهٽا | ٻر هڪ نانگ گهٽا |
| ترار هڪ زخم گهٽا؟ | تير هڪ زخمي گهٽا؟ |

## سوال غير مناسب (ھ، ح، ف، د، و، گ، ڳ، غ)

| | |
|---|---|
| هٽ هڪ ڪم گهٽا؟ | هوٽل هڪ ڪمرا گهٽا؟ |
| حج هڪ فرض گهٽا | هڏو هڪ ڪتا گهٽا؟ |
| فقير هڪ در گهٽا | فلم هڪ ڏسن گهٽا |
| فارمولا هڪ حساب گهٽا | فوج هڪ جرنيل گهٽا |
| دڙو هڪ واريءَ ذرا گهٽا | دل هڪ ٽڪرا گهٽا |
| درزي هڪ ڪپڙا گهٽا | ڏهرو ڍور هڪ مڇر گهٽا |
| ڊاڪٽر هڪ مريض گهٽا | درياهه هڪ ڦڙا گهٽا |
| ڊانسر هڪ تماش بين گهٽا | ڏيءَ هڪ ڏوهٽا گهٽا |
| وڻ هڪ پکي گهٽا | وهابي هڪ پير گهٽا |
| ونڊ هڪ ڪٽون گهٽيون | وطن هڪ پوليون گهٽيون |
| گهر هڪ زالون گهٽيون | گڏهه هڪ راضي گهٽا |
| گول هڪ ڪندون گهٽيون | گهوڙو هڪ سوار گهٽا |
| غازي هڪ ٻانهيون گهٽيون | گهوٽ هڪ ساليون گهٽيون |
| غريب هڪ پيٽيوا گهٽا | ڪوهه هڪ ڏيڏر گهٽا |
| گل هڪ رنگ گهٽا | غزل هڪ مصرا گهٽا |
| ڳوٽ هڪ چنڊ گهٽا | گولو هڪ قطر گهٽا |
| گار هڪ ڏک گهٽا | ڳوٽ هڪ مري گهٽا دفعا |
| ڳوڙهو هڪ گناهه گهٽا؟ | غلطي هڪ سزا گهٽي |
| ساڙهي هڪ ڏاڙهيون گهٽيون؟ | ڳاڙهو هڪ ڪارا گهٽا؟ |

## سوال غير مناسب (گھٽا) (س، ش، ڪ، ر، ز)

| | |
|---|---|
| سيٽ هڪ رڪن گھٽا؟ | سيٽ هڪ فارم پرڻ وارا گھٽا؟ |
| سياستدان هڪ واعدا گھٽا | سوئر هڪ ڪتا گھٽا |
| سهڻو هڪ عاشق گھٽا | صدر هڪ وزير گھٽا |
| شهر هڪ گھر گھٽا | شهيد هڪ حورون گھٽيون |
| شادي هڪ ڄاڃي گھٽا | شهپر هڪ ديگھہ گھٽي |
| شاعر هڪ ٽماٽا گھٽا | شاگرد هڪ مارڪون گھٽيون |
| شينهن هڪ گدڙ گھٽا | سورهہ هڪ گيدي گھٽا |
| ڪتي هڪ ڪتا گھٽا | ڪاسائي هڪ ڍور گھٽا |
| ڪتاب هڪ لکڻ وارا گھٽا | قبرستان هڪ مردا گھٽا |
| ڪمرو هڪ بسترا گھٽا | ڪلو هڪ داڻا گھٽا |
| ڪن هڪ واليون گھٽيون | ڪپگير هڪ ديڳيون گھٽيون |
| ڪارتوس هڪ شڪاري گھٽا | ڪارخانو هڪ مزدور گھٽا |
| ڪني رن هڪ يار گھٽا | ڪھاڙي هڪ ڪاٺيون گھٽيون |
| ڪاليج هڪ ڇوڪريون گھٽيون | ڪتو هڪ جانور گھٽا |
| ڪرسي هڪ اميدوار گھٽا | ڪنوار هڪ ڏير گھٽا |
| زال هڪ ٻار گھٽا | زمين هڪ ڪيڙن گھٽا |
| ضرب هڪ جوڙ گھٽا | زهر جو ڍڪ هڪ مرن گھٽا |
| زميندار هڪ هاري گھٽا | ريسرچ پيپر هڪ نالا گھٽا |
| رهڙ هڪ ماپون گھٽيون ؟ | رهزن هڪ مظلوم گھٽا؟ |

## فرق نه (ٻن بدلي)

| | |
|---|---|
| ٻن کي ڪريان يا ڏهن کي (فون ميسيج) | ٻن کان ڪرايان يا چئن کان (ڪم) |
| ٻن کي ڏيان يا ڏهن کي (خيرات) | ٻن کان وٺان يا چئن کان (مارڪون) |
| ٻن کي هٽان يا ڏهن کي (انجيڪشن) | ٻن کي ڪارايان يا ويهن کي (بيرو) |
| ٻن جو ڪوليان يا ڏهن جو (اڳٽ ٻارڙا) | ٻن جي لاهيان يا ڏهن جي (ڏاڙهي) |
| ٻن کي دسيان يا چئن کي (ڍور) | ٻن جو گلو ڪٽيان يا چئن جو (درزي) |
| ٻن کي پوريان يا ڏهن کي (گورڪن) | ٻن کي ڏهان يا چئن کي |
| ٻن جو پڙهان يا پنجن جو (نڪاح) | ٻن کي ڏيان يا چئن کي (فائيل) |
| ٻن کي پارايان يا ڏهن کي (چوڙيون) | 2 ڏيان يا 4 (سجدا) |
| ٻن کي وجهان يا چئن کي | ٻن تي چڙهان يا چئن تي ( ) |
| 2 وجهن يا 4 | ٻن جو پيان يا چئن جو (ٿڃ) |
| 2 سمهن يا 4 | 2 هٽن يا 4 (پادر)، 2 ڏين يا 4 (ڏن) |
| 2 کڻن يا 4 (قبر) | 2 پڙهن يا 4 (قل)، 2 دفعا ڪن يا 4 دفعا |
| 2 روئن يا 4 | 2 ڪلن يا 4 ( )، 2 وڙهن يا 4 ( ) |
| 2وٺن يا 4 | 2 ڪائن يا 4 ( )، 2 چڙهن يا 4 ( ) |
| هڪ ۾ وجهان يا ٻن ۾ (ڦڙا) | هڪ ۾ وجهرايان يا ٻنهي ۾ (ڪنن ۾) |
| ٻن مان ڪڍان يا گهٽڻ مان (ڪنڊا) | ٻن کان وجهرايان يا گهٽڻ کان ( ) |
| ٻن کي ڪري سگهان يا چئن کي (ٽڪرا) | ٻن کان ڪٺايان يا گهٽڻ کان (هٽ، ڪڏ، ڪتاب) |
| ٻه هزار ڪوڙا ووٽ وجهرايان يا پنج هزار | ٻن ووٽن لاءِ ڪروڙ وٺان يا ڪجهه به نه |
| ٻه نڪاح ڪريان يا 4. | ٻه ٻانهي هجي يا 2، |
| هڪ عهدو هجي يا 2 | ٻه زالون رکان يا 4 |
| ٻن کي ڏيکاريان يا گهٽڻ کي | ٻه ڊگري هجي يا 2 |
| ٻن کان پڇان يا گهٽڻ کان | ٻه ڪتاب لکان يا 4 |
| ٻن کان گهران يا گهٽڻ کان | ٻه ڪوڙ هٽان يا سئو ڪوڙ |

# فرق نہ (انگن ۾ يا اکرن ۾)

| | |
|---|---|
| وليمي ۾ هڪ سئو مهمان يا هڪ هزار | 5 ماريان يا 50 |
| دعوت ۾ 4 طعام يا 8 | وار 3 فوٽ ڊگها يا 4 فوٽ |
| هوٽل ۾ 10 ڪمرا يا 20 | 12 مڃان يا 50 |
| امتحان ۾ مارڪون 500 يا 800 | اسرائيل هڪ ملڪ عرب 20 ملڪ |
| ڏاج ۾ وڳا 10 ملن يا 20 | يهودي هڪ ڪروڙ مسلمان 2 ارب |
| قابينو هڪ لک وٺان يا 5 لک | هڪ ڏينهن روئان يا 10 ڏينهن |
| سون 5 تولا ملي يا 7 تولا | 5 مريض ڏسان يا 50 |
| شادي پهرين اپريل تي يا 29 فيبروري تي | پنجن جو پڙهان يا 10 جو (ڪوڙ) |
| منڊي 10 جي ڪنجي يا 20 جي | 4 جا ڪٽيان يا 14 جا (ڪيسا) |
| جهڙا 10 تهڙا 20 (پڙهن. ٻڌن) | 10 پياريان يا 20 |
| ڏاڪڙ ۾ 15 ڏاڪا يا 20 | انٽرويو 5 منٽ يا اڌ ڪلاڪ |
| پليٽ ۾ ٻوٽيون 3 يا 5 | چور 8 يا 10 |
| بجلي جو بل ڀريان يا ڪنڊو هڻان | رات جو ڪن يا ڏينهن جو |
| ڪاپي ڪريان يا ٻيو ويهي | ٽڪيٽ وٺان يا گارڊ جو کيسو گرم ڪريان |
| دوا ڪرايان يا دعا | ڌرڻو هڻان يا جلوس ڪڍان |
| ڪِڪ کاوان يا ڪشتو | مار کاوان يا گاريون |
| سوئٽر کاوان يا مفت جي پگهار | رشوت وٺان يا وياج ڏيان |
| رڪارڊ ٽوڙيان يا سگنل | گهوڙا ڀڄايا يا رنون |
| ويٽر هجي يا ويٽريس | هڪ هزار وٺان يا هڪ لک |
| ڪار ۾ سفر ڪريان يا جهاز ۾ | اندا لاهي يا ٻچا ڄڻي |
| جوئا کيڏان يا سٽو هڻان | عشق ڪريان يا شراب پيئان |

## سوال (مذاق)

1) اهو ملڪ ٻڌايو جنهن ۾ :

i. وزيراعظم ۽ ليڊرن کي شهيد ڪندڙن جي خبر نہ پوي.

ii. گم ڪيلن جي گناھ جي ۽ ڪين گم ڪندڙن جي خبر نہ پوي.

iii. پنهنجا جوڌا پڪڙي ٻين ملڪن حوالي ڪن.

iv. آمر کي آئين ۾ ترميم جو اختيار جج ڏين.

v. حاڪمن جون ملڪيتون ۽ اولاد لنڊن ۽ دبئي ۾ هجن.

vi. آفيسرن جا ڪٽنب ٻين ملڪن ۾ رهن (هتي قتل ڪري يا ڪرپشن ڪري پڄي وڃن تہ سنڌن وار بہ ونگو نہ ٿئي).

2) ڪيئن (ڇا)

مهمان 3، صوف 2، ڪيئن پيش ڪجن جو ڪين خبر نہ پوي؟ (جوس)

ڇوڪريون 3، ڇوڪرا 5، ڪيئن خاطر تواضح ڪجي؟ (هٿ بہ 6، پادر بہ 6)

چادرون 2، فقير3، ڪيئن راضي ڪجن؟ (هڪ کي اڌو اڌ)

فقير 3، سوڙ هڪ، ڪيئن سمهن؟

بادشاھ 2 ملڪ هڪ تہ ڇا ٿيندو (حڪم ڪنهن جو؟)

ملان 2 مرغي هڪ تہ ڇا ٿيندو؟ عورتون 4 آئينو هڪ تہ....

ڪيلا 2، ٻار 2 تہ ماءُ ڇا چوندي؟ (ڪيلا نہ وٽندا آهن)

ڪتون 2، مهمان 4 تہ ميزبان ڇا ڪري؟ (پٽ تي سمهي).

جوراب 4، رنگ 2، اونده ۾ گهٽ ۾ گهٽ گهٽا ڪڍجن؟ (3).

ٻار هڪ، دعويدار مائرون 2، ڪيئن فيصلو ڪجي؟ (ترار گهرائجي اڌوڌ ڪرڻ لاءِ).

سردار 3، ضلعو هڪ، چيئرميني جو فيصلو ڪيئن ڪجي؟ (3 ضلعا ٺاهجن).

باني هڪ، پارٽي ۾ ننڍا ليڊر گهڻا، وارث ڪير ٿئي؟ (ڪٽا، وصيت، واري وٽي).

عورتون 4 مڙس هڪ تہ... (گهڻين زالين گهر نہ هلي).

عورت هڪ مڙس 3 تہ..... (گهڻي مردين هر نہ هلي).

هڪ مسافر ۽ هڪ عادي چور هوٽل جي ساڳئي ڪمري ۾ ته هيرن جي ڳوٿري ڪٿي لڪائجي؟

3) ڪيترا (گهٽا)

هڪ شينهن ۽ هڪ گدڙ. شڪار تيل هڪ رڍ جا پاڳا ڪيئن ڪجن؟

هڪ وڻ هر مهيني هڪ فوٽ وڌي ٿو ته 100 سالن بعد سندس اوچائي ڪيتري؟

هڪ ٻار هر سال پنج ڪلو وزن وڌائي ٿو ته 50 سالن بعد سندس وزن ڪيترو؟

هڪ عورت 20 سالن جي عمر ۾ شاديءَ بعد هر سال هڪ ٻار ڄڻي ٿي ته 60 سالن جي عمر تائين ڪيترا ٻار هوندس؟

هڪ ڪلاس ۾ 40 ٻار ته پنجن ڪلاسن ۾ ڪيترا؟

هڪ پيپر ۾ 10 شاگرد فيل ٿيا ته پنجن پيپرن ۾ فيل ڪيترا؟

چئن شاگردن ٽوٽل 40 مارڪون ڪنيون ته هر هڪ گهٽيون مارڪون ڪنيون؟

هڪ ٻتيءَ تي 2 ڄڻا پڙهن ته تيل هڪ روپئي جو پر 20 ڄڻا پڙهن ته تيل ڪيتري رقم جو؟

ٽن انگن کي هڪ انگ وندي ته ڇهن انگن کي گهٽا وندبيندا؟

هڪ لفظ ۾ 3 اکر ته ڏهن لفظن ۾ گهٽا اکر؟

هڪ اکر ۾ 2 ٽبڪا ته پنجن اکرن ۾ گهٽا ٽبڪا؟

هڪ وڻ ۾ 10 ڪلو انب ته ڏهن وڻن ۾ گهٽا انب؟

پنجن مرغين 50 انڊا لاٿا ته ته هر هڪ مرغي جا انڊا گهٽا؟

ريل جي ٽن ڊبن ۾ 90 مسافر ته هڪ ڊبي ۾ ڪيترا (ننڍا وڏا....)؟

هڪ تارو واهه کي 10 منٽن ۾ پار ڪري ٿو ته 5 تارو ڪيترو وقت وٺندا (گڏ.....)؟

هڪ درزي هڪ ڏينهن ۾ 4 قميصون سبي ٿو ته 4 درزي چئن ڏينهن ۾ ڪيتريون قميصون سبندا (رفتار، ٽائيم، ماپ)؟

هڪ چادر کي سڪڻ لاءِ 5 ڪلاڪ ڪپن ته 10 چادرون گهٽي وقت ۾ سڪنديون؟

هڪ ڪتاب 2 ڏينهن ۾ پڙهجي ٿو ته 8 ڏينهن ۾ ڪيترا ڪتاب پڙهجن؟

هڪ مرد 'الف' جو نڪاح جنهن ته عورت سان ٿئي صبح جو ڪنوار مري وڃي (ٽي دفعا)

هڪ عورت 'ب' جو نڪاح جنهن ته مرد سان ٿئي، صبح جو مري وڃي (ٽي گهوٽ)

جيڪڏهن الف جو نڪاح ان عورت سان (ب) سان ٿئي ته ان جو نتيجو ڇا نڪرندو؟

# انگن تي عمل

ڪن جا ونڊيندڙ گھٽا ڪن جو هڪ بہ نہ (مفرد).
ڪڏهن گھڻن انگن کي هڪڙو ڪري ڪڏهن هڪڙي کي گھٽا ڪن (ونڊ)
(.....، 6، 14، 22، 26) (28 کي 2، 7، 14) ۾ (ٻڌي عددن کي 2)
ڪن کي هڪ دفعو لڳي يا هٽجي ڪن کي باربار (ڪوڙو)
ڪڏهن هڪ حل لهون، ڪڏهن گھٽا
ڪڏهن درياهہ کي ڪوزي ۾ بند ڪريون، ڪڏهن الٽو
ڪڏهن انگن وسيلي شڪليون ٺاهيون، ڪڏهن شڪليون ڏيکاريون انگن ۾
ڪڏهن اکرن کي بدلايون انگن ۾، ڪڏهن انگن کي لکون تعويذن وانگر
ڪڏهن ساڄي کان کاٻي کان، ڪڏهن هيٺان ڪڏهن مٿان، ڪڏهن وچان ڪڏهن فرضي،
ڪڏهن وجهڻ ڪڏهن ڪڍڻ، ڪڏهن حد لهڻ، ڪڏهن ملهہ لهڻ
1) ڪڏهن جوڙ کي بدلائجي ضرب ۾ (5+5+=2X5)
ڪڏهن ضرب کي بدلائجي جوڙ ۾ (log mxn)=log m+logn)
ڪڏهن ضرب کي بدلائجي سگهہ ۾ ($7X7X7=7^3$)
ڪڏهن سگهہ کي بدلائجي ضرب ۾ ($\log m^n = n\log m$)
ڪڏهن ونڊ کي بدلائجي ڪٽ ۾
ڪڏهن ڪٽ کي بدلائجي ونڊ ۾
2)ڪن جي لهجي ڪثرتي سراسري (جيڪو گھڻا دفعا هجي)
ڪن جو لهجي مڏيان (وچيون =Median)
ڪن جي لهجي جا ميٽريڪل سراسري (انگن جي ضرب جو مول =G.M)
ڪن کي لکون ترتيب سان (وڏ ننڍائي)
ڪن کي ڏيکاريون ٽپڪن يا جوڙن وسيلي
ڪن جو لهون ملهہ ڪن جا لهون جزا
ڪن جي لهون سراسري ڪن جو لهون عام ونڊيندڙ

ڪن جي ڪيون چڪاس ڪن جو لهون معڪوس (قسم، ابتڙ)
ڪن کي وجهون قالبن ۾ ڪن کي واڙيون ليڪن ۾ (ڏنگيون)
کي بند ڪريون سيٽن ۾ کي لڪايون گرافن ۾
3) ڪڏهن هڪڙو ملائجي هڪڙي سان. ڪڏهن هڪڙو ملائجي گهڻن سان (1-1, 1-many)
ڪڏهن ڀن انگن مان هڪ انگ ٿهي، ڪڏهن ڀن انگن مان گهٽا ٿهن.
(بنيادي عمل ( +,-,x,÷) (بنياد مختلف).
4) ڪن انگن کي هڪ دفعو ڪجي، ڪن انگن کي گهٽا دفعا
ڪن انگن ۾ راز، ڪن جي انگن ۾ راز (اشارا، ابجد)
کي انگ ڍڪجن (اگهاڙا)، کي انگ ڏسجن (نظارا)
کي انگ جاچجن (ليکو)، کي انگ ملائجن (پيٽ)
ڪن کي ڏجي حساب، ڪن کان ونجي حساب
ڪن سان ڪجي حساب، ڪن کي ٿئي حساب (جن)
ڪن جو ٿهي جوڙ، ڪن جو ٿهي جوڙو (1، 0)
ڪن کي ڪجي جوڙ، ڪن کي جوڙجي(هڏ)
ڪن کي ڪجي ڪٽ، ڪن کي ڪتجي (ڦٽي ڪرڻ)
ڪن کي ڏجي ماپو، ڪن کي ماپجي (ايڪو پورو ملهہ نامعلوم)
ڪن کي ڏجي ونڊ، ڪن کي ڪجي ونڊ (خيرات)
ڪن کي ڏجي سگهہ، ڪن جو لهون مول (root, power)
ڪن جي ڏسون جڳهہ، ڪن جو ڏسون بنياد (place, baSe)
ڪن جو لهون لاڳ، ڪن جو لهون اينتي لاڳ
ڪن جو ڏسون طرف، ڪن جو ڏسون ظرف (مطلب)

# باب ٽيون: حساب (لهو ٻڌايو، مثال، فرق)

## (A)عملي حساب

1) هڪ عورت کي اڳ ۾ 5 ڏيئر پٽ هڪ ٻه نه، ٻيءَ عورت کي اڳ ۾ 5 پٽ ڏيءَ هڪ ٻه نه ڄائي آهي، ٻنهي کي ڇهون حمل آهي،
ٻڌايو ته پٽ ڄمڻ جو امڪان پهرين کي وڌيڪ يا ٻيءَ کي .

2)هڪ سڪو 4 دفعا اڇلايو ويو، چارئي دفعا مورت اچڻ جو امڪان ٻڌايو.(HHHH).
هڪ سڪو ٽي دفعا اڇلايو ويو، ٽئي دفعا اکر اچڻ جو امڪان ٻڌايو.(TTT)

3) هاٿي آهن 22 پائر آهن 3 سندن حصا آهن. $\frac{1}{2}$، $\frac{1}{4}$ ۽ $\frac{1}{6}$
هر هڪ کي سچا هاٿي ڏئي ڏيکاريو.

4)پڪت ۽ پيٽس، جڳتءِ جوٽس، رام ۽ ماٽس، مانيون آهن 3. هر هڪ کي سڄي ماني ملي (ڪيئن)

5)جمن ماءُ کي 4 پٽ، هڪ جو نالو پاءُ، ٻئي جو اڌ سير، ٽئين جو 3 پاءُ ته.
چوٿين پٽ جو نالو ڇا؟

6) ڄاڃين جو سراسري قد 4 فوٽ آهي ۽ واهه ۾ پاڻيءَ جي سراسري اونهائي 3 فوٽ آهي.
ٻيڙي موجود نه هجي ته ڇا سڀ ڄاڃي پار ٿي ويندا؟

7)هڪ مرد ڪوڪم 6 ڪلاڪن ۾ ۽ هڪ عورت ساڳيو ڪم 12 ڪلاڪن ۾ ڪري سگهن ٿا.
جيڪڏهن مرد ۽ عورت کي گڏ ڪم تي رکجي ته گهٽ ڪلاڪن ۾ پورو ڪندا؟

8) سکر ۽ دادو وچ ۾ مفاصلو 180 ڪلوميٽر آهي، موٽرسائيڪل جي سراسري رفتار هڪ طرف 30 ڪلوميٽر ۽ ٻئي طرف 60 ڪلوميٽر في ڪلاڪ هئي ته پوري سفر جي سراسري رفتار لهو.

9)شطرنج جي بورڊ ۾ 8 قطارون ۽ 8 ڪالم آهن (ڪل خانا 64).
پهرين خاني ۾ هڪ ڄانور رکو، ٻئي ۾ 2، ٽئين ۾ 4، چوٿين ۾ 8 (يعنيٰ ٻيڻ ڪندا وڃو) ته ڪل ڪيترا ڄانور ٿيندا؟ (ڇا روءِ زمين تي ايترا ڄانور موجود آهن؟).

10) ٿاهيو (ڄاميٽري).

i. تيليون 3 پر ڪندون 7، 9 ۽ 10 ٺاهيو.

ii. تيليون 4 پر ڪندون 16، 18 ۽ 20 ٺاهيو.

iii. تيليون 6 پر ٽپور پاسا ٽڪندا 4 ٺاهيو.

iv. $\sqrt{\frac{\pi}{2}}$ س. م جيترا ڊگها ليڪ ٽڪر ٺاهيو.

v. $7\overline{\wedge}$ يا 7 چورس س م ايراضي جيترو گول ٺاهيو.

11) ڏيکاريو:

i. 4z,2z ۽ 8z کي وڏ نندائي ترتيب ۾ ڏيکاريو(z هڪ ڪمپليڪس عدد).

ii. 4 M،2M ۽ 3M کي ننيوڏائي ترتيب ۾ ڏيکاريو (M هڪ قالب).

iii. ڪي ٻه 2 غير ناطق عدد جوڙ ڪري ڏيکاريو.

iv. ڪنهن مستطيلي قالب جو ضربي ابتڙ لهي ڏيکاريو.

12)ڪيترا؟

هڪ ليڪ جي ڊيگهه ڪيتري؟ چيڙا ڪيترا؟ ڏنل ماپ جيترا ليڪ ٽڪر ڪيترا؟

13) هڪ گول جا رداس ڪيترا؟ قطر ڪيترا؟ ڪندون ڪيتريون؟

14) هڪ گول جو رداس ٻيڻو ڪرڻ سان هيٺين تي ڪهڙو اثر پوندو؟

ايراضي، گهيرو،قطرن جو تعداد، ٽپڪن جو تعداد.

15) ٺڏايو؟

i. وڏي کان وڏو ٻڌي عدد ٻڌايو.

ii. وڏي کان وڏو ڪمپليڪس عدد ٻڌايو.

iii. وڏي کان وڏو2x2 آرڊر وارو قالب ٻڌايو.

iv. 4 کان وڏا 20 تائين اهڙا ٻڌي عدد ٻڌايو جيڪي ٻن مختلف مفرد عددن جو جوڙ هجن.

# (3) حساب

1) ٻڌايو (لکو):

i. هڪ ليڪ جا 2 فوٽ ڊگها ٽڪر گهڻا يا 4 فوٽ ڊگها ٽڪر گهڻا.

ii. 2 فوٽ ريڊاس واري گول جا قطر گهڻا يا 4 فوٽ ريڊاس واري گول جا.

iii. 4 چورس فوٽ ايراضي واري مستطيل اندر ٽپڪا گهڻا يا 8 چورس فوٽ واري مستطيل اندر.

iv. 15 فوٽ پيريميٽر واري ٽڪنڊي جي ڪنڊن جي ماپ جو جوڙ وڏيڪ يا 30 فوٽ پيريميٽر واري جو.

v. هڪ پلين ۾ i ۽ j کان علاوه ٻيا ڪيترا يونٽ ويڪٽر آهن؟

vi. ....1، 2، 3، 4، 5 جو جوڙ وڏو يا ....10، 20، 30، 40، 50 جو؟

vii. 1، 3، 5 جي حسابي سراسري 3 آهي، اهڙا ٻيا ٻه ڪجهه مواد لکو.

viii. 2، 4، 8 جي نسبتي سراسري 4 آهي. اهڙا ٻيا ٻه مواد لکو.

ix. 1، 3، 5 جو مڌيان 3 آهي. اهڙا ٻيا ٻه مواد لکو.

2) 20 ۽ 30 جي سراسري 24 آهي، 20 ۽ 60 جي سراسري 30 آهي، 20 ۽ 80 جي سراسري 32 آهي ته 20 ۽ 100 جي سراسري لکو.

3) <u>ڪيئن؟</u> 5 اميدوار، 5 ججَ، هر هڪ جج وٽ 5 مارڪون (ٻڙي نه)

i. 2 مارڪون ڪنهن به اميدوار کي نه مليون پوءِ به سراسري 2 مارڪون:

{1, 1, 1, 3, 4}

ii. 3 مارڪون ڪنهن کي به نه مليون پوءِ به سراسري 3 مارڪون {2, 2, 2, 4, 5}

{1, 1, 4, 5}, {1, 2, 2, 5, 5}, {1, 2, 4,4, 4}

iii. 4 مارڪون ڪنهن کي به نه مليون پوءِ به سراسري 4 مارڪون {2, 3, 5, 5, 5}

4) جادوئي چورس:

| | | |
|---|---|---|
| 2 | 9 | 4 |
| 7 | 5 | 3 |
| 6 | 1 | 8 |

يعني هر هڪ قطار، ڪالم ۽ اريب ۾ ٽي انگ آهن. (جوڙ15)

اهڙا 3 ٻيا جادوئي چورس ٺاهيو.

**5) ملهه ڇا؟**

i) x=2 هڪ ٽپڪو ڊيڪاري ته y ۽ z جو ملهه ڇا؟

ii) x =2 هڪ ليڪ ڊيڪاري ته y جو ملهه ڇا؟

iii) $x=2$ هڪ پلين ڏيڪاري تہ $y$ ۽ $z$ جو ملهہ ڇا؟

iv) $r=2$ هڪ گول ڏيڪاري تہ $\theta$ ۽ $z$ جو ملهہ ڇا؟

6) ڇا $ab$ هميشہ $ba$ جي برابر آهي؟

7) 6 اميدوار، 6 جج، هر هڪ وٽ 6 مارڪون آهن (پڙي نہ)

i. 2 مارڪون ڪنهن بہ اميدوار کي نہ مليون پوءِ بہ مڏيان 2 مارڪون (ڪيئن؟)

$\{1,1,1,3,3,3\}$ , $\{1,1,1,3,5,6\}$.....

ii.3 مارڪون ڪنهن کي بہ نہ مليون پوءِ بہ مڏيان 3 (ڪيئن؟)

$\{1,1,2,4,4,5\}$, $\{2,2,2,4,6,6\}$

8) ٻڌايو :

اهڙا 2 لاڳيتا سچا عدد جيڪي گوني ڪنڊ تڪنڊي جا پاسا ٿي سگهن.

اهڙا 2 لاڳيتا ٻڌي عدد = = = =

اهڙا 2 عدد جيڪي مڪمل هجن (جزن جو جوڙ= عدد).

اهڙا 2 عدد جيڪي جاڙا آهن (هڪ جي جزن جو جوڙ= ٻيو عدد).

اهڙا 2 عدد جيڪي هڪ ٻئي جا چورس بہ آهن تہ ضربي ابتڙ بہ $\{w,w^2\}$

اهڙا 2 عدد جيڪي هڪ ٻئي جا جمعي ابتڙ بہ آهن تہ ضربي ابتڙ بہ $\{i,-i\}$

اهڙا 2 عدد جيڪي پنهنجي ضربي ابتڙ پاڻ ئي هجن $\{1,-1\}$

اهڙا 2 عدد جيڪي مختلف بنيادن وارن سرشتن ۾ ساڳيائي رهن $\{0,1\}$

9) اهڙا 2 انگ ٻڌايو جن جو جاءِ بدلائڻ سان ملهہ.

(الف) ٻيڻ تئي، پنج بنياد سرشتي ۾ $(13)_5=8$, $(31)_5=16$

(ب) ٽيڻو تئي، ست بنياد سرشتي ۾ $(15)_7=12$, $(51)_7=36$

(ت) چئوڻون تئي نو بنيادي سرشتي ۾ $(17)_9=16$, $(71)_9=64$

(ث) ٽيڻو تئي، ٽہ بنيادي سرشتي ۾ $(01)_3=1$, $(10)_3=3$

10) اهڙا بہ عدد لهو جن جو (i) جوڙ = ضرب اپت $\left(\frac{3}{2},3\right),\left(\frac{4}{3},4\right),\ldots$

(ii) تفاوت = ضرب اپت $\left(\frac{3}{4},3\right),\left(\frac{4}{5},4\right),\ldots$

(iii) ونڊ اپت= ضرب اپت [illegible]

# (C) حساب

1) جيترا فوٽ گول جو رداس اوترا ڪعب فوٽ سندس مقدار ته رداس ڪيترو؟

2) جيترا فوٽ چورس جو اريب اوترا چورس فوٽ سندس ايراضي ته هڪ پاسو ڪيترو؟

3) جيترا فوٽ گول جو رداس اوترا چورس فوٽ سندس ايراضي ته گهيرو ڪيترو؟

4)هڪ ٽڏو گول جي مرڪز تي ويٺو آهي گول جو رداس 8 فوٽ آهي.

ٽڏو ٽپا ڪائي ٿو ۽ هر هڪ ٽپي ۾ رهيل مفاصلي جو اڌ طئي ڪري ٿو. ٻڌايو ته ڪيترن ٽپن ۾ ٻاهر نڪرندو؟(...+1+2+4)

5)سيهڙ جي رفتار ڪميءَ جي رفتار ڪان ڏهوڻي ٻوءِ به منزل تائين پڄڻ جي شرط هارائي ويو ڇو؟

6) هڪ وڻ سان 3 گڏهه ٻڌل آهن وڏيڪ بيوقوف ڪهڙو گڏهه آهي؟

7) ڪيئن ماپجن؟

جبل جي چوٽي يا ڪنيي جي اوچائي.

واهه جي ويڪر؟ هاٿيءَ جو وزن؟

ڏنگي ڦڏي نهري شئي جو مقدار (volume)

8) x y=6 ته x ۽ y لهو: (مختلف سيٽن ۾)

$$\{(6, 1), (3, 2), (1, 6), (2,3)\}$$

$$\{\left(12, \frac{1}{2}\right), \left(18, \frac{1}{3}\right), \left(24, \frac{1}{4}\right), \ldots\}$$

$$\{\left(\sqrt{2}, \sqrt{18}\right), \left(\sqrt{3}, \sqrt{12}\right), \left(\sqrt{6}, \sqrt{6}\right)\}$$

9) الف ۽ ب وٽ ترتيبوار 8 ۽ 4 صوف هيا.

ٻه ساٿن ڪائڻ ۾ شريڪ ٿيو ۽ پوءِ ڪين 12 رپيا ڏنا

ٻڌايو ته ب کي گهٽا رپيا ملڻ گهرجن (4، 0 يا 6).

10)الف وٽ 2 مانيون ۽ ب وٽ هڪ ماني هئي.

د به ساٿن ڪائڻ ۾ شريڪ ٿيو ۽ پوءِ ڪين 9 رپيا ڏنا. ٻڌايو ته ب کي گهٽا رپيا ملن.

11)خال پريو:

| | |
|---|---|
| $1+2+4+8+\ldots+256=$ □ | 0, 1, 3, 7, □ |
| $1+3+5+7+\ldots+99=$ □ | 2,3,5,9, □ |
| 1,4,9,16, □ | 0,20,120,620, □ |
| 1,8,27,64, □ | 10,30, 60, □ |
| 1,16,81,256, □ | $\frac{2}{3}, \frac{3}{7}, \frac{7}{15}, \frac{15}{31}$, □ |

جاميٽريڪل سراسري 4 ته: □ 1, 2, 5, 6,

مذيان4 ته: 2, 4, 4, □, 3, 3

12) ٽپڪو (2، 1) گول r=1.5 جي اندر آهي يا ٻاهر؟

13) ٻن عددن جي حسابي سراسري آهي 50 ۽ جاميٽريڪل سراسري آهي 40 ته سندن نسبتي سراسري لهو.

## مثال (D)

1) پنجن شهرن جا نالا لکوجن ۾ ڪو ٽپڪو نه هجي

2)ذهن ماڻهن جا نالا لکو جيڪي بنان نقطي هجن.

3)5 ذاتيون لکو جيڪي بنان نقطي هجن.

4)10 لفظ لکو جيڪي ٻن هڪجهڙن اکرن مان ٺهيل هجن.

(سس، جج، مم، نن، ڏڏ، ڍڍ، پپ، تت، ڪڪ، ٺٺ، گگ، گهگهه)

5)اهڙا تي اکري 10 لفظ لکوجن کي ابتو ڪيو ته ساڳيو لفظ ٺهي:

(ابا، ادا، اڏا، اجها، ڪاڪ، مام، نان، داد، لال، لعل، باب، پاپ، ميم، ديد)

6)اهڙا لفظ لکوجن ۾ ٽپڪا گهڻا هجن. (ڦڙڦڙ، پيڙ، ڦُڦڙ، ٿڦڙ)

7) (0، 1) ۽ (0، 10) مان ڪهڙي انٽرول ۾ غير حقيقي عدد گهڻا؟

8) 1 س. م رداس ۽ 2 س. م رداس وارن گولن مان ڪهڙي گول تي ٽپڪا گهڻا؟

9) ——— ۽ ——— مان ڪهڙي ليڪ وڏيڪ ڏگهي؟

# باب چوٿون: 9، 10، 12، 100 ۽ 1000

## (I) 9 ۽ رياضي

1) 9 هڪ مڪمل چورس انگ آهي. $(3^2=9)$

2) 9 کي 3 بنياد ۾ لکبو ته $(100)_3$، 5 بنياد ۾ لکبو ته $(14)_5$،
6 بنياد ۾ لکبو ته $(13)_6$....

3) الف وٽ 5 ۽ ب وٽ 4 مانيون هيون. د به ماني کاڌي ۽ 9 رپيا ڏنا. رقم جي ورهاست ٻڌايو.

| الف | 5 | 4.5 | 6 |
|---|---|---|---|
| ب | 4 | 4.5 | 3 |

| ٿ | 6 | 4.5 | 9 |
|---|---|---|---|
| ت | 3 | 4.5 | 0 |

4) ت وٽ 6 ۽ ٿ وٽ 3 مانيون هيون. ج به ماني کاڌي ۽ 9 رپيا ڏنا، رقم جي ورهاست ٻڌايو.

5) 9 هاٿي ٽن چڙن ۾ ڪيئن ورهائجن جو :

i. هڪ جو فرق هجي، ii. ٻن جو فرق هجي.

6) جادوئي چورس (Magic square) ٺاهيو. جنهن ۾ 9 خانا هجن.

7) ڪو عدد 9 سان ڪڏهن پورو ونڊبو؟

## اڪبر بادشاهه جا 9 رتن

1) عبدالرحيم خان خانان: نجومي، سالار، بيرم خان جو پٽ

2) ملان دوپيازو: بورچي ۽ صوفي، 1 آگربدلي 2 گول بدلي انبو ڏيڪاريائين، سوڌائي مشهور.

3) مرزا عزيز ڪو ڪلتاش: خان اعظم، تخ شريڪ ڀاءُ بادشاهه جو.

4) راجا مان سنگهه: سپهه سالار، راڻا پرتاب سان لڙايون.

5) راجا تو ڏرمل: وزير خزانه، روينيو رڪارڊ، ماپ ۽ تور جو نظام ڏيندڙ.

6) تانيسن: مهاگرو، هندو مان مسلمان، راڳ جو ماهر.

7) راجا بيربل: شاعر ۽ گائڪ، دين الاهي اختيار ڪيو.

8) ابو الفضل: دين اڪبري جو باني، وزيراعظم، بائيبل جو ترجمو ڪندڙ.

9) ملان فيضي: سليم مراد ۽ دانيال جو استاد.

## 9 جو استعمال

9 مهمانن جا قسم: الله جا (مڪي ۾)، نبيءَ جا (مديني ۾)،
سرڪار جا (جيل)، سردار جا (جرگي ۾)،
دعوتي (دل گهريا)، معزز (خصوصي اعزازي)،
زبردستي (ڌاڙيل يا فوج)، پڪي ۽ ٻار (گهٽڻ گهرن جا بک مرن).
9 ٻوليون: پاڪستان ۾ رهندڙ سنڌين کي اچڻ گهرجن.
سرائڪي (مادري)، سنڌي (صوبائي)، اردو (ملڪي)،
انگريزي (بين الاقوامي)، عربي (مذهبي)، پنجابي (فوج ۾).
بروهڪي (ناناڻي)، رياضي (سائنس جي)، ڪمپيوٽر جي ،
9 طبيب: جسم جو (حڪيم يا ڊاڪٽر)، روح جو (مرشد)،
دين (عالم)، دل (محبوب)، امتحان (ڪارتوس)،
لالچي (پيسو)، زال (مڙس)، اکين جو (ديدار)، دنيا (واپار).
9 قسم دوکو: ذات بدلائڻ (ووٽن يا عزت لاءِ)،
جعلي آرڊر ۽ دوائون (پيسن لاءِ)، ڪاپي ڪرڻ يا بدلائڻ (امتحان ۾)،
جعلي ڊيٽا (ريسرچ ۾)، ڏانڌلي ۽ ڏتا (سياست ۾)،
روپ بدلائڻ (پير يا ملنگ)، وصيت بدلائڻ (ملڪيت ۽ وارثن لاءِ)،
مصنف ۽ مترجمن جا نالا بدلائڻ، بيوٽي پارلر ۽ وگ.
9 قسم قتل جا: ڪاپي (قابليت)، سڪ (پيار)، ڪوڙ (اعتماد)،
سفارش (اهليت)، وسيلو (توحيد)، خوف (حوصلي)،
صدقو (بلائن)، بدپرهيزي (صحت)، نظرون (عاشق).
9 قاتل: دشمنن، ٻائرن، درندن، پکين، علم، امن، پيار، انصاف، آئين ۽ اصولن جا.
9 لالچون: ووٽ، ڌن، پٽو، جاگير، اولاد، پروموشن، قرض، نوڪري، مدد.
9 رياضيدان: مفتي، قاري، حافظ، عامل، واپاري، ملازم پروفيسر، شاگرد ۽ عورتون.
9 قسم سياستدان: مڙس، زالون، پير، زميندار، استاد، شاگرد، ڪاريگر، مزدور ۽ وڪيل.
9 نشا: شراب، شباب، ڪرسي، طاقت، پيسو، چانهه، علم، حسن جو، عشق جو.

## 9 جي اهميت

9 حسين/ خوبصورت: هيرو (ڪوهه نور)، گل (گلاب)، پکي (مور)،
لٽ (اندلٽ)، جيت (پوپٽ)، نانگ (واسينگ)،
محل (تاج محل)، مرد (حضرت يوسف)، عورت (قلو پطره).
9 ڪپڻ: ڊگري (چاڙ بنان)، نوڪري (رشوت بنان)،
اڪثريت (مقبوليت بنان)، پروموشن (پڙهائڻ بنان)،
عهدا (ريسرچ بنان)، ٽڪيٽ (تڪ يا حق بنان)، دولت (هنر بنان)،
حسن (پارلر بنان)، نشو (پيئڻ بنان)، (ڪرسي جو، طاقت جو عشق جو).
9. بادشاهه: ميوا (انب)، جهنگ (شينهن)، پکي (عقاب)، اناج (چڻا)،
نانگ (واسينگ)، پريون (راجا اندر)، جن (حضرت سليمان)،
دل (محبوب)، يار (استاد).
9 چور: ان، رن، بجلي، پاڻي، عبادتون، مال، علم (ريسرچ ۽ مارڪون)، ڪم ۽ چم جا.
9 غلام: تاس ۽ شطرنج ۾، پيٽ جا، دل جا، خدا جا، رسمن ۽ مذهب جا، پيار جا، پيرن جا، عقيدي جا، حسن جا، دولت ۽ نفس جا.

## 9 وسيلي مذاق

1)نو دوگياره، حالانڪ 29 ٻ تي سگهن ٿا ٿ 18 ٻ.
1 ۽ 1 ٻ ٿ 11 ٿي ويندا آهن.
2) 9 نقد 13 اوڌر، حالانڪ وياج جي شرح ۽ وقت جي حساب سان اوڌر تي ڪڏهن 18 ٿ ڪڏهن 27 ٻ ٿي سگهن ٿا.
3)نئين ڪنوار 9 ڏينهن، حالانڪ امير هوندا ٿ ٻن ٽن ڏينهن بعد ئي هني مون تي روانا ٿيندا ۽ غريب هوندا ٿ نوڪري يا روزگار تي ويندا.
4)ن 9 مڻ تيل گڏ ٿئي ن راڌا نچي، حالانڪ اڄڪلهه راڌا هجي يا سيتا پاڻ نچڻ يا ٻئي کي نچائڻ لاءِ هر وقت تيار (تيل جو ڪو شرط ئي ن).

# (II) 10 ۾ رياضي

1) $(10)_2 \neq (10)_5 \neq (10)_6$

2) $\sqrt{10}$ س. م ڏگهي ليڪ ٽڪر لاءِ: ڇا ڪندا؟

3) 10 کي 4 بنياد ۾ لکبو ته $_4(22)$، 5 بنياد ۾ لکبو ته $_5(20)$،

3 بنياد ۾ لکبو ته $_3(101)$.

4) 10 سان پورو ونڊجڻ لاءِ ايڪن جي جاءِ تي ٻڙي هجڻ کپي.

5) الف وٽ 6 مانيون ۽ ب وٽ 4 مانيون آهن.

ج به ساڻن گڏجي کائي ٿو ۽ کين 10 رپيا ڏئي ٿو. رقم ورهايو.

6) ٻن پائرن ۾ 10 هاٿي ورهايو جيئن وڏي کي اڌ ملي، ننڍي کي ٽيون حصو ۽ بچي ڪجهه به نه (6 ۽ 4)

$$10 - 2 = 12, \frac{12}{2} = 6, \frac{12}{3}. = 4$$

7) ڪامن لاگرٿم ۾ به بنياد 10 ته سي جي ايس سسٽم ۾ به 10

8) 10 ڪنڊون ٿاهي ڏيڪاريو جڏهن :

تيليون ڪل 3 يا تيليون ڪل 4

9) رپيا 10 ٻار 4. اهڙي طرح ورهايو جو فرق 1 رپئي جو هجي.(10=4+3+2+1)

# 10 سان راند

10 سالن لاءِ رٿابندي ته وڻ پوکيو.

10 ڪلاڪن لاءِ ڏيو ته گوشت کائو.

10 ڪمانڊمينٽس وچن ته خطبو حجت الوداع اچي.

10 وچن گهه نه وچي.

10 سان ضرب ۽ ونڊ ته صفا سولي (نندڙو ٻار به ڪري).

10 دنيا 70 آخرت.

ڏهن سان ڏهلا پر پڪوان کان به زور.

# 10 جي اهميت

ڏهلو، ڏهيسر، ڏهاڪو، ڏهوسون، دس نمبري، ڏهراج، سڪن جا 10 گرو.

حضرت موسيٰ کي مليا ڏهه حڪم (Ten command ments)

10 سان ونڊ ۽ ضرب صفا سولي.

هٿن ۾ 10 آڱريون (ڏهائي سسٽم).

ڏهين مهيني ٻارجمي، 1 لٽي 10 پٽي.

10 جماعتون پاس ته نوڪري ملڻ جو آسرو.

وس وس مينهن ڏهه ڏهه ڏينهن. ڏاچي لهي 10 ته توڏو لهي 13.

انڌو هنگي 10 سيڙائي.

ڏهن جي منڊي لهي نه رت وهي نه سور ٿئي نه پوليس اچي.

## 10وسيلي مذاق

1) ضياءَ الحق جو 90 ڏينهن وارو واعدو 900 ڏينهن ۾ به پورو نه ٿيو.

2) عمران خان جا 100 ڏينهن وارا واعدا 1000 ڏينهن ۾ به پورا نه ٿي سگهندا.

3) مسجد جي چندي واري "10 دنيا 70 آخرت" پيتيءَ ۾ هڪ شخص هڪ رپيو وڌو ۽ ڏهن جو نوٽ ڪنيو. (ملان چو ڪاوڙيو!)

4) ڏهيسر ڪونجن ڪي طاقتور وارا، ڪي ظالم ته ڪي مال ميڙڻ وارا.

5) ڏهلي ڪان يڪو وڏيڪ قيمتي

6) 10 رپيا ڏئي هڪ ريال نه ونبو، 10 ڊالر ڏئي هڪ تولو سون نه ونبو.

7) 10 جي ڪوڙي ياد ڪرڻ ۽ 10 جي سگهه لهڻ لاءِ استادجي گهرج نه.

8) هڪ چوڪري هڪ ڪپڙو هڪ ڪلاڪ ۾ سبي ٿي ته 10 چوڪريون 10 ڪپڙا گهٽ ڪلاڪن ۾ سبنديون؟

9) هڪ ڪپڙو هڪ ڪلاڪ ۾ سڪي ٿو ته 10 ڪپڙا گهٽ ڪلاڪن ۾ سڪندا؟

# (III) 12ءِ رياضي

1) 12 کي 3 بنياد ۾ لکبو ته $_3(110)$، 4 بنياد ۾ لکبو ته $_4(30)$،

2) 6 بنياد ۾ لکبو ته $_6(20)$، 8 بنياد ۾ لکبو ته $_8(14)$.

3) 12 ڪندون ثاهڻ لاءِ 3 تيليون ڪپن:

3) $(12)_4=6$ ; $(12)_3 \neq (12)_4 \neq (12)_6$

4) 12 سان پورو ونڊجڻ لاءِ ڏنل عدد 3 سان به ونڊبيو ته 4 سان به.

5) 12 کي ٽن حصن ۾ ورهايو اهڙي ريت جو سنڌن حصي ۾ ٽن جو فرق جو هجي(x,x_3,x+3)

6) $\sqrt{12}$ س. م ڏکهي ليک ٽکر ثاهڻ لاءِ چا ڪندا؟

7) 2 چڪا به 12 ته 3 چونڪا به 12 رنسون.

8) (13، 12، 5)، (15، 12، 9) ءِ (20، 16، 12) تي غور ڪندا ته اهي گوني ڪنڊ ٽڪندي جا پاسا ثاهن ثا.

9) الف وٽ 8 مانيون، ب وٽ 4 ءِ ج وٽ ڪجهه نه. ٽئي ڄڻا گڏجي ماني کائن ٿا. ج 12 رپيا ڏنا. اهي رپيا ڪيئن ورهائجن؟ .......

| الف | 8 | 6 | 12 |
|---|---|---|---|
| ب | 4 | 6 | 0 |

| الف | 5 | 4 | 8 |
|---|---|---|---|
| ب | 4 | 4 | 4 |
| ج | 3 | 4 | 0 |

10) الف وٽ 5 ، ب وٽ 4 ءِ ج وٽ 3 مانيون، د به ساڻن گڏجي کائي ٿو. جيڪڏهن د کين 12 رپيا ڏنا ته اهي ورهايو.

## 12 جي اهميت:

12 قر ته سوئر. 12 رانديگر ته والي بال. 12 مهينا ته 1 سال.

12 ڪندون ٽن تيلين سان به ٺهن ته چئن تيلين سان به.

12 ٽيڪا ٽن اکرن وارن لفظن ۾ به ته چئن اکرن وارن لفظن ۾ به.

ڪڏهن 3 ڪڏهن 12 (عيسائين جا خدا، شيعن جا امام)،

ڪن وٽ 12 ڪن وٽ 51 (اثنا عشري، آغا خواني).

12 گلاس پاڻي روزانو پيئو ته چمڙي ءِ گردا صاف.

روزو ڪڏهن 10 ڪلاڪ ڪڏهن 12 ڪلاڪ ته ڪڏهن 14 ڪلاڪ.
محمد رسول الله ۾ اکر 12 پر ٽپڪا ٻڙي.
هر هڪ سال ۾ 12 مهينا ٿيندا آهن پر ڪنهن سال ۾ تيرهون مهينو به ٿيندو آهي.
(هندن جي ڪئلينڊر ۾ هر چوٿين سال هڪ مهينو وڌندو آهي).
ڪو رانديگر ٻارهون به چئبو آهي.
اهڙا 11 ٻڌايو جن جهڙو ٻارهون نه آهي.
اهڙا 12 ٻڌايو جن جهڙو تيرهون نه آهي.
12 ڪلاڪ، وزن ۾ 12 شيون، 12 ماسا، 12 انچ، ٻڌايو ته 12 جو استعمال ڇو؟

# 12 جو استعمال

ٻارهو، 12 دري، دوباره، ٻارهن ئي مهينا، ٻارهون رانديگر.
يهودين جا 12 قبيلا، حضرت عيسيٰ جا 12 حواري، پئون ٻارهن،
منهن تي 12 وڄن، تڪ مسافر 12 مهينا، سکن لاءِ 12 جو انگ.
اٺ ائينگر 12 نينگر، ٻه ته ٻارهن، والي بال جا 12 رانديگر سکن لاءِ 12 جو انگ.
12 قسم راڻين جا: ڪارتوس آ (امتحان هال جي)، محبوبه آ، (دل جي)،
ابجد (تعويذ)، ڪاري راڻي (تاس)، ملڪ حسن(حسن جي)،
راڳ جي، رات جي، خوابن جي، محلن جي، نالي ۾ يا فلمن ۾،
رياضي (سائنس)، انگي حساب (رياضي).
12 قسم گهرن جا: بهشت آ (حورن جو)، ڪوهه ڪاف آ(پرين جو)،
بوتل ۽ ويرانو (جنن)، خالي دماغ (ديون)، جيل (قيدين)، قبر (مردي)،
ڏبرو ڍور(ڇچڙن)، تلاءُ (مڇين ۽ ڏيڏرن)، آڪيرو (پکين)، پاڻيءَ جو دبو (مڇرن)،
مناڻ ۽ گند(مکين)، جهنگ (درندن ۽ ڌاڙيلن).
12 قسم مائرن جا: قبضي آ (بيمارين جي)، ڪوڙ آ (گناهن جي)، شراب (برائين جي)،
ڪوٽا (ڪرپشن جي)، ڪاپي(جهالت جي)، ضرورت (ايجاد جي)،
لياري (ڪراچي جي)، هماليه (درياهن جي)، انگلنڊ (جمهوريت)،

نندڙي (آئيندي جي)، قرآن (آئينن جو)، لالچ (مصيبتن جي).
12 يادگار تواريخون: جنم ڏينهن، ورسي، پگهار جوڏينهن، يوم آزادي، شادي،
اپريل فول، پهرين مئي، 1 محرم، 10 محرم، 1 جنوري، 1 شوال، 10 ذوالحج.
12 ڪنجون: چمي آ (پيار جي)، پيار آ (حياتيءَ جي)، ڏانڏلي (ڪنڻ جي)،
نماز (جنت جي)، صدقو (مصيبتن ختم ڪرڻ جي)، ذڪر (سڪون جي)،
راز آئوٽ (ناڪامي)، ٻڌي ۽ محنت (ڪاميابيءَ جي)، پرهيز (صحت)،
ٻڌي (طاقت)، ڪاپي (گريڊ)، شڪر (واڌارو).
12 ناممڪن: پير (ڏن نه وٺي)، ڪرڪيٽر (سٽو نه هٽي)، موالي (پينگ نه گهري)،
ڊڪٽيٽر (تابعداري نه گهري)، ذاڪر (روئاري نه)، شاگرد (ڪاپي نه)،
ماستر (گسائي نه)، شاعر (غزل نه)، فل ميڪ اپ (لفٽ نه گهري)،
ملان (چندو نه گهري)، ڊاڪٽر (ٽيسٽ نه ڪرائي)، حسينا (گفٽ نه گهري).
12 پسند: پاٽيجا (شينهن ڪي)، پٽيلا (ڊڪٽيٽرن ڪي)، گفٽ (حسينن ڪي)،
سفير (مدرسي وارن ڪي)، ورڪر (سياستدانن ڪي)، چمچا (ليڊرن ڪي)،
ڪمدار (زميندارن ڪي)، شيدي (ميرن ڪي)، رجسٽرار (وي سي ڪي)،
خليفا (پيرن ڪي)، پڙوا ( )، فرنٽ مين ( ).
12 عطائي: ڊاڪٽر (ڊگري نه، ڪمپائونڊر)، حڪيم (سنياسي يا خانداني)،
پير (نه خانداني نه شجرو)، ليڊر (نه موروثي نه وصيتي)، سردار (نه دستار نه ورثو)،
ملان (دستاربندي يا سندبغير)، چور (سيڪڙات)، فقير (پيشه ورنه)،
مهاجر (پڙ ڏاڏي هجرت ڪئي)، فوجي ( )، ڳائڻا ( )، رياضيدان ( ).
12 تخليقڪار: (عورت آ (ٻار جي)، ليکڪ آ (ناول يا ڪتاب جو)،
شاعر آ (غزل يا بياض جو)، ورڪر (نعرو)، ليڊر (پارٽي)، مشرڪ (وسيلو)،
رياضيدان (فارمولا)، فلاسافر (نظريو)، شاگرد (مارڪن لاءِ طريقو)،
وڪيل (دليل)، پير (شجرو)، ڊڪٽيٽر (ماحول ۽ بهانو).
12 پنڻ وارا: بيرو (ٽپ)، پٽيوالو (منائي)، آفيسر (ڪميشن)، پير (ڏن)،
عامل (هديو)، ملان (چندو)، ڪامريڊ (پتو)، گهوٽيتا (ڏاج).

معشوق (گفٽ)، سياستدان (ووٽ)، حڪمران (قرض)، عاشق (لفٽ).

12خوش: (انڌو پوندي ۾)، (ٻوڙو گار ۾)، (گونگو ميچ ۾)،

(فقير پنڻ ۾)، (ملازم رشوت ۾)،(منڊو نچڻ ۾)،

سپاهي جهيڙي ۾، شاعر (واهه واهه ۾)، (شاگرد ڪاپي ۾)،

خدا (معافي ۾)، يار (فون ۾)، سياستدان (اقتدار ۾)،

12 قسم هوشياري جا: ڏيئن ڪان اڳ (ڪائي وٺو)، ننهن ڪان اڳ (پائي وٺو)،

صحي وجهڻ ....(پڙهي وٺو)، سمهڻ (چنبڊي وٺو)،ڪائڻ (چکي وٺو)،

اعتبار (آزمائي وٺو)، واعدي .... (سوچي وٺو)، ڪپڙي ڪٽڻ (7 دفعا سوچيو)،

موت (ڪمائي وٺو)، جنگ يا امتحان (تياري ڪريو)،

انٽرويو.... (بريف ڪيس ڻاهيو)، اليڪشن.... (لوٽا هٿ ڪريو)،

12 ملن 12 نہ ملن: ڪوٽن سڪن سان هيرا نہ پر بلور ملندا.

نوٽن سان پيار نہ پر جسم ملندو، ڪارتوسن سان چاڻ نہ پر ڊگري ملندي،

چٽن سان (طاقت نہ ٽت)، ڪوٽن سان (فتح نہ پر بچاءُ)،

ٻوٽن سان (جنگ نہ پر راند)، ڪوٽڻ سان (ديگ دنيا جي نہ پر راز)،

گهوٽڻ سان (حساب نہ پر تاڌل)، ٻولڻ سان (ايماندار نہ پر خدا)،

لوٽن سان (تڙ نہ پر وضو)، ڏٽن سان (عزت نہ پر ووٽ)،

ڏرٽن سان حڪومت نہ پر مشهوري ملندي.

12 نتيجا: مناڻ (شگر)، لوڻ (بلڊ پريشر)، چربي (تولهه)،

دولت ( )، عشق(نشو)، لالچ (دشمن وڌن)،

نشو (بي غيرت)، زنا (نسل بگاڙي)، رشوت (ميرٽ ختم)،

ڪاپي (جهالت وڌائي)، اقربا نوازي (انصاف ختم)، جوئا ( ).

12 ساڻ هجن تہ: حسينہ (ڪم سولا)، پٽيلو يا فرنٽ مٿن (خطرو نہ)،

ڪِ ستو (بک نہ) ڪُ شتو (شاديون)، هڏو (ڪتو يا سياستدان راضي)،

دولت (نر بہ چتون)، وردي (ڪل /ڪرسي مضبوط)،

فائيل(آفيسر قابو)، سوٽي (گڏهه گوهي نہ ڪري)،

ادو/ادي (هيڪلي هلي وجان)، ڪارتوس (گريڊ پڪو)، شيدي (ٽڪ نہ).

12 **قسم برسات جا:** گلن جي يا پادرن جي، ٺُڪن يا لعنتن جي،

هيرن جي (مراڪش ۾، شهاب ثاقب، مريخ کان)، دعائن جي يا پاراتن جي، مصنوعي،

ٽانڊن يا پٿرن جي (ٻرندڙ جبل يا ايٽم بم)، برف جي يا ڪِپهہ جي (ڳڙا يا برف باري)،

مڇين جي (جهنگ ۾ باهہ وسائڻ لاءِ هيليڪاپٽر پاڻيءَ سان ڀريل)،

ڳوڙهن جي يا نوٽن جي (بئنڪ جي گاڏي اونڌي)،

پتن جي (سرءُ ۾ وڻن جا پتا) يا ڪاغذ ڦاڙي ڦٽي ڪرڻ،

رنگن جي، گولين، تيرن ۽ بمن جي..... سوالن، طعنن ۽ پوڄن جي.

## گهرج نہ

| | |
|---|---|
| مينهن ڊارڻ جي | (بازار مان ڪير ملي تو) |
| نڪاح ڪرڻ جي | (ٻانهي) |
| لاهورين کي ماني پچائڻ جي | (داتا دربار مان ننگر) |
| ماسترن جي اولاد کي محنت جي | (ڪاپي جي فل اجازت) |

## (IV) هڪ ۽ سئو جي پيٽ

## سوءِ اصطلاح

1) استاد نہ ٿئي چور توڙي چاري 100 پور.
عاشق نہ بدلائي يار توڙي چڙهي 100 ٻار.
عورت نہ ٿئي امام توڙي پچائي 100 طعام.
اصيل نہ مٽائي ذات توڙي ڏسي 100 ڪات.
عورت جي ڪني نہ ٿئي جائز توڙي هجي 100 عهدن تي فائز.
ٻار نہ مٽائن ماءُ توڙي پڙهن وٺي 100 ساءُ.
پري نہ ٿئي حور توڙي پونس 100 نور.
2) شيدي نہ ٿئي گيدي توڙي ٿئي 100 دفعا قيدي.
شينهن نہ چري ڊپ توڙي 100 ڏينهن شڪار نہ لڀ.
شيدي نہ بدلائي مير توڙي مير بدلائي 100 پير.
3) ڳهوالي نہ ٿئي مُلا توڙي وٺي 100 ڪُلا.
چور نہ ٿئي مور توڙي پونس 100 زور.
گهوڙو نہ ٿئي لوٽو توڙي پئيس 100 دفعا ٽوٽو.
نوٽ ڏسو صفحو 52 ۽ 53، 54، 55ڪتاب انگن جا رنگ

## (V) هزار سان راند

1) هزارن سوالن جو هڪ جواب:
جنن، حورن، پرين، ملائڪن ۽ درياهن کي ڪنهن ناهيو آهي؟
(الله، ڀڳوان، خدا، رحمان)
ڊگريون ڪهڙا ادارا ڏيندا اهن؟ (امتحان وٺڻ وارا)
ووٽ ڪنهن ڪنهن ڏنا؟ شاديون ڪنهن ڪنهن ڪيون؟
مختلف ساپ وارن ٽڪندن جي ماپ جو جوڙ ڪيترو؟
بادشاهہ، نبي، ولي، ليڊر، ڪنهن جا پٽ اهن؟ (پنهنجي پيءُ جا، ماءُ جا)

2) **هڪ سوال جا هزارين جواب:**

ٻن عددن جو جوڙ 100 آهي تہ عدد ڪهڙا؟ (x+y=100)

ٻن عددن جي ضرب اپت 420 آهي تہ عدد ڪهڙا؟ (xy=420)

ڪنهن واقعي جي پرابلٽي 1 آهي تہ واقعو ڪهڙو؟

ڪنهن ويڪٽر جو مقدار 1 آهي تہ ويڪٽر ڪهڙو؟

$(1,0), (0,1), \ldots\ldots, \left(\frac{1}{3}, \frac{\sqrt{8}}{3}\right), \left(\frac{\sqrt{3}}{2}, \frac{1}{2}\right)$

هڪ ليڪ ٽڪر تي هزارين ٽپڪا، هڪ گول جا هزارين قطر، هڪ پلين تي هزارين ليڪون.

هڪ مستطيل جي ايراضي ڏنل آهي تہ سندس ڊيگهہ ۽ ويڪر ڪيتري؟

هڪ ٽڪنڊي جي هڪ ڪنڊ $60^0$ آهي تہ ٻيون ڪندون ماپ ۾ ڪيتريون؟

هڪ ڪمري جو مقدار (Volume) 1000 ڪعب س . م آهي تہ سندس ايراضي لهو.

## هزار جو استعمال

وتائي فقير جا رنگ هزار، ڏاهپ جا رنگ هزار.

ليلتہ القدر بہ هزار مهينن کان ڀلي رات آ.

هڪ وڻ جي ڇانوَ ۾ هزار ويهن، هڪ عالم کان هزار سکن.

هڪ مرشد جا هزارين مريد، هڪ ليڊر جا هزارين ورڪر ووٽر.

هڪ تندرستي هزار نعمت، هڪ بلبل هزار داستان.

عهدا بہ ڪي تہ هزاري تہ ڪي پنج هزاري

الف ليلہ بہ قصن جو مشهور ڪتاب آهي.

هڪ عالم ڀلو آ هزار عابدن کان.

مسلمانن هندستان تي هزار سال حڪومت ڪئي.

هڪ ڳوليو هزار ملن، مجدد الف ثاني.

هڪ ويري بہ ڏکيو آ 1000 سڄڻن کان.

هزار هڪ مڪمل ڪعب آهي ڇو تہ $1000=10^3$

# باب پنجون: اڌ ۽ ڏيڍ

## اڌ ۽ رياضي

1) اڌ ڪرڻ جا مختلف نمونا: $\frac{1}{2} \neq \frac{2}{4} \neq \frac{3}{6} \neq \frac{50}{100}$

هڪجهڙا آهن پر برابر نہ آهن.

چو تہ هڪ مانيءَ جا ٻہ حصا ڪري هڪڙو حصو ڪڍو تہ ٿيو $\frac{1}{2}$ .

پر هڪ مانيءَ جا 100 حصا ڪري 50 حصا ڪڍي ئي نٿا سگهجن.

2) $\frac{1}{2} \times 4 \neq 4 \times \frac{1}{2}$

چو تہ ٻڪريون 4 هجن تہ انهن مان 2 ڪڍو تہ ٿيو $\frac{1}{2} \times 4$

پر $\frac{1}{2} \times 4$ جو مطلب تہ 4 اڌڙ هجن.(ٻڪرين جا)

نوٽ: 2 اڌ ۽ هڪ سڄو پاڻ ۾ برابر نہ آهن (ڳنڍجي نہ سگهندا).

3) هڪ پلاٽ 40X40 چورس فوٽن جو آهي ان کي ٻن پائرن ۾ ورهائڻ جا

چار طريقا:




روڊ سائيڊ، بازار......

4) هڪ ڪراڙو مري ويو ان جي ملڪيت ۾ هڪ ڳئون، هڪ ڪجيءَ جو وڻ ۽ هڪ ڪمبل هيو. ان جي ٻن پٽن ۾ ورهائي ڏيکاريو.

5) هيرو (Diamond) ۽ ٽ (Son) ۽ گهوڙو اڌو اڌ نہ ٿئي.

اڌ گول، اڌ ليڪ، اڌ پنڌ ، اڌ ڪاٺ جو اڌ لوهہ جو

اڌ عمر، اڌ صدي، اڌ دم، اڌ قطر، اڌ ايم . اي،...

## اڌ جي اهميت

$$\frac{1}{2}+\frac{1}{4}+\frac{1}{8}+\frac{1}{16}+\cdots \neq 1$$

مثال: هڪ تڏو گول جي مرڪز تي ويٺو آهي، ٽپ ڏئي ٻاهر نڪرڻ چاهي ٿو. هر دفعي رهيل پنڌ جو اڌ ڪري ٿو ته ڪڏهن به ٻاهر نه نڪري سگهندو.

پرابيلٽي $\frac{1}{2}$ جو مطلب آهي ته ان واقعي (Event)جي ٿيڻ ۽ نه ٿيڻ جا چانس هڪ جيترا آهن (پٽ ڇمي يا ڏيءَ). (اڪر يا مهري)

ڪورليشن $\frac{1}{2}$ جو مطلب آهي .....

ڪهڙو پلو؟

1)عمر جو پهريون اڌ يا عمر جو ٻيو اڌ.

2)متيون هٿ يا هيٺيون هٿ.

3)ميلي جي اڳياڙي ميلي جي پڇاڙي

4) راند جي پهرين ملهه يا پوئين ملهه.

5) وڻ جي پاڙ يا ٽاريون

6)ڳٺون جو منهن يا پويون حصو

7)بورچي جي اڳاڙي يا پڇاڙي

ا ڌ ڪي ڇڏي سڄي ڏي پڄي ته اڌ به وڃي.

### اڌ جو استعمال

اڌ پٽ اڌ دال

اڌ مهاجر اڌ سنڌي

اڌ يهودي اڌ واڻيو

اڌ اندر اڌ ٻاهر

اڌ ڪاٺ اڌ لوهه جو

اڌ سيد اڌ سرائي

اڌ حقيقت اڌ افسانو

اڌ ڪچو اڌ پڪو

اڌ سچ اڌ ڪوڙ

شاهدي به اڌ ملڪيت به اڌ

اڌ سنو اڌ خراب

### اڌ(0.5) ($\frac{1}{2}$) (HALF) (آدها)

| | |
|---|---|
| اڌ امام آ بانگو | اڌ پير آ خليفو |
| اڌ آفيسر آ ڪلارڪ | اڌ ڀاڄ آ ڏيرياڻي |
| اڌ علاج آ پرهيز | اڌ پاس آ سپليمينٽري |
| اڌ عامل آ چيلو | اڌ پنڌ آ ارادو |
| اڌ استاد آ ڪتاب | اڌ پڙوو آ وڪيل |
| اڌ بادشاهه آ ولي عهد(وزير،راڻي) | اڌ پريل آ اڌ خالي |
| اڌ ايمان آ صفائي/نڪاح | اڌ ننڊ آ اڌ جاڳ |

| | |
|---|---|
| اڌ رکيل آ سيڪريٽري | اڌ نڪاح آ مڱڻو |
| اڌ زميندا رآ ڪمدار | اڌ مرد آ مڇن وارو |
| اڌ زال آ ٻانهي | اڌ مٿي ۾ سور آ حسابن وارو استاد |
| اڌ رضا آ خاموشي | اڌ مهاجر آ سنڌ چاڻو |
| اڌ ڏيءَ آ ننهن | اڌ مٺو اڌڙ اڌ مٺو اچو اڌورو علم |
| اڌ ڊاڪٽر آ ڪمپائونڊر | اڌ اگهاڙو اڌوگابرو |
| اڌ رنگ آ بيماري | اڌوراٽو اڌياري |
| اڌ رنڊي آ ڳائڻي | اڌ اڪري، اڌواڌ |
| اڌ قيد آ پرڻو | اڌ گول، اڌيڪو |

**نوٽ:** ڏسو صفحو 58 ڪتاب "انگن جا رنگ"

## اڌ ۽ چوٿيون

| | اڌ | سجو | ڏيڍ |
|---|---|---|---|
| ماءُ آهي | چٽڻ يا نپائڻ واري | چٽڻ ۽ نپائڻ واري | ڳڻون، ڌرتي، سس |
| مڙس آهي | قد يا عمر ۾ ننڍو | هڪ جيترو | قد، وزن ۽ عمر ۾ وڏو |
| مسلمان آهي | سوئر نہ کائي | شراب ۽ وياج نہ | حج ۽ زڪوات بہ |
| ماهر | هڪ ڪم جو | گهڻن ڪمن جو | نوان خيال آڻي |
| محبوب | نالو | يڪ طرفو | معشوق پاڻ عاشق |
| موت | ڊپ (ننڊ) | مري وڃڻ هڪ دفعو | بار بار خطرو |
| ملاقات | خط ۽ خواب | روبرو | فون ۽ تصوير |
| مهمان | بنان دعوت | دعوت سان | زبردستي (سرڪاري) |
| مسافر | هڪ وقت | ڪجھ ڏينهن | ٻارن سميت |
| مهاجر | روزگار خاطر | علم ۽ ايمان خاطر | عزت ۽ اقتدار خاطر |
| ملازم | جزوقتي | ڪل وقتي | ذاتي يا سرڪاري |
| مرض | هڪ بيماري | ٻہ ٽي بيماريون | وهم، عشق يا قبضي |
| مرغو | بانگو | مرغين لاءِ | ويڙهاڪ يا سٽيو |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ميوو | سهٽو | منو | پت |
| معشوق | نالو | هڪ جو | گهڻن جو |
| استاد آهي | شاگرد پڇڻ وارو | پڙهائڻ ۽ سيکارڻ | هيڊماستر |
| عالم آهي | ٿورو پڙهيل (خطره) | سند ۽ ڊگري وارو | شمس العلماءَ |
| آمر آهي | ٻيا ساٿي به هجن | اڪيلو حڪمران | جج ۽ وزير جيل ۾ |
| آفيسر | ڪلارڪ | صحيح ڪرڻ وارو | فل پاور |
| انصاف | ٿورو يا اڌ پورو | پورو | انڌو(توقع ڪان وڌيڪ) |
| امام | نالو | نماز جو | مسلڪ جو |
| انعام | دنيا ۾ | آخرت ۾ | ٻنهي جهانن ۾ |
| ايمان | ڪمزور (زبان سان) | مڪمل ۽ پڪو | زبان ۽ عمل سان |
| انڌو | ڪاٺو | نور جو | عقل ۽ نور جو |
| آزادي | جسماني | معاشي ۽ مذهبي | مادر پدر آزاد |
| اقتدار | ڪجھ معاملن ۾ | گهڻن معاملن ۾ | سمورن معاملن ۾ |
| اندر | ڪجھ | سمورو | ٻاهر ڪڍهن نه |
| اندين | ريڊيا اٿنگلو | رنگ ڪارو | رهي به انڊيا ۾ |
| عاشق | مجاز | حقيقي | مجازي به حقيقي به |
| عورت | گهريلو | نوڪري ڪري | ڪمائي به گهر به هلائي |
| دال آهي | دال چيني | چٽا، مٽر، مهري | ديگ دال جي |
| ديگ آهي | ديگڙو | پلاءَ، زردو، دال | دنيا جي (اجميري) |
| دنيا آهي | جهان فاني | دولت | روءِ زمين ۽ دولت |
| در | دري | گهريا محل جو | خدا جو يا سرڪاري |
| ديو | انسان تي نالو | پوائنتو | مهاديو |
| دربار | پيرجي | بادشاهه جي | خدائي |
| دوست | زباني | ناني | جگري (جاني) |
| دشمن | دوست جو دشمن | ذاتي دشمن | وطن، عزت ۽ مذهب جو |

| | | | |
|---|---|---|---|
| دعا | سکڻي | والدين ۽ استادن جي | اولياءَ ۽ مظلومن جي |
| ڏيءَ | زال يا مڙس جي (ننهن) | سڳي، پيٽ ڄائي | ڏوهٽي يا پوٽي |
| ڊاڪٽر | ڪمپائونڊر | ڊگري وارو | ڊگري، ڄاڻ |
| ديدار | دريءَ ڪان | عيد تي | ڪاليج فنڪشن ۾ |
| ڏکڻ | ذات وارو | ڪرت وارو | ذات ۽ ڪرت ٻه |
| دوا | يوناني | ڊاڪٽر | ديدار |
| مترجم آهي | نالي ۾ | ترجمو ڪندڙ | نالو ٻه ۽ ڪم ٻه |
| ميمبر آهي | بلديه جو | اسيمبلي جو | ڪچن ڪئبينيٽ جو |
| مريد آهي | وڏڙن ڪري | پاڻ | خانداني ۽ پاڻ |
| مرشد | نه وظيفو نه ڏن | وظيفو | وظيفو ۽ ڏن پئي |
| ميمڻ | ذات جو | ڪنجوس | مومن ۽ ڪنجوس |
| مسخرو | تاس ۾ جوڪر | فلم يا ڊرامن ۾ | سياست يا سرڪس ۾ |
| مٺائي | مُستي (ڳڙمان) | پڪي مٺائي | خرچي |
| ميندي | عيدرات يا مڱڻو | شاديءَ ۾ بارات | ڪنوارڪي |
| مرچ | سائو، ڪارو، ڳاڙهو | گوگڙائي | رنگين بلب |
| ماکي | ڳڙمان نقلي | جيتن وسيلي | قدرتي (جهنگ مان) |
| مائٽ | پيڪو | ساهرو | پيڪو ٻه ساهرو ٻه |
| مسجد | پاڙي جي | جامع مسجد | عيد گاهه بادشاهي |
| مٺو | پاڻي (شربت) | پٽ (زردو) | حلوو |
| مِس | ڪنواري | اسڪول ٽيچر | ڪنواري ٽيچر |
| مفتي | مفت ۾ | فتويٰ وارو | مفتي اعظم |
| وڪيل آهي | واٽ منشي | سيشن ڪورٽ ۾ | آمرن جو سپريم ڪورٽ |
| واپاري آهي | فقط وڪرو يا خريد | خريد فروخت ٻئي | خود خدا |
| وات آهي | گهٽ ڪولي | ٽورو ڪولي پر سنو | پٽيل ٻه وڏو ٻه |

| | | | |
|---|---|---|---|
| واٽيو | واپاري | بنديون سنيالي | واپاري ٻه هندو ٻه |
| وياج | نرووياج | گڏيل وياج | ڳرووياج |
| وارث | ڌيءَ جي اولاد | پٽاڻي اولاد | حقيقي |
| وڻ | ٻوٽو | چانو يا ميوو | چانو ٻه ميوو ٻه |
| ووٽ | بلديہ لاءِ | صوبائي، ضلعي | قومي اسيمبلي لاءِ |
| وڳو | سلوار يا قميص | سلوار، قميص ۽ رئو | چوڙيون ۽ سئنڊل ٻه |
| فقير آهي | خدا کان گهري | حاڪم يا سردار کان گهري | لالچي، دردر تي |
| ڦورو آهي | اٽڪل سان | زور سان | غاصب (آمر) |
| فائنل | ڪوارٽر يا سيمي | فائنل ميچ | ورلڊ ڪپ |
| فوج | رينجرز | هوائي يا سامونڊي | ڪمانڊو |
| پُٺ آهي | اڳ ڄاتو | پنهنجو | پوٽو، پاليل |
| پيٽ آهي | هرهڪ کي سلڻ | بکيو | حمل سان مادي |
| پاڙ آهي | ڪچي | اندر زمين ۾ | پختي |
| پري | نلو | نندي چوڪري | جبلن تي |
| پکي | اٽ پکي | پر ۽ اندا | عقاب، ڳرڙ، چڪور |
| پيءُ | ويڳو | سڳو | نانو، ڏاڏو، باباءِ قوم |
| پارس | سياڳو انسان | پٿر | جنهن کي هٿ لاءِ سوسون |
| پنڌ | سني شروعات | سڌو ۽ پيادل | وروڪڙ سان |
| پير | ضمير | خانداني | پيسو |
| پهاج | نڙان | ساهيڙي | ڏيرياڻي |
| پاس | سپليمينٽري | بي يا سي گريڊ | پوزيشن |
| پروفيسر | ڪاليج جو | يونيورسٽي جو | ستاره شناس |
| پهلوان | نلو | طاقتور | ملهه |
| يتيم آهي | پيءُ مري | ماءُ مري (ٻار جي) | زال مري (پوڙهي جي) |
| يار آهي | سڪ يا روشني ۾ سات | غم يا اونده ۾ | هرحال ۾ (پڳ مٽ) |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٻار آهي | زال يا مڙس جو | ٻنهي جو | قوم يا مرشد جو |
| ٻانهي | زرخريد | جنگ سبب | ٻڍي ٻانهي |
| ٻوٽي | ڪنوار ٻوٽي | هڏي سان گڏ | جڙي ٻوٽي |
| بازار | ڊڪ | شاهي | ڳاڙهي |
| باهه | ڪاٺين جي | جهنگ جي | ٻدلي جي |
| بادشاهه | نالو (راند ۾) | لقب (جهنگ جو) | تخت ٻه ۽ حڪم ٻه |
| پاءُ | پيٽوو، ڏير، سلو | سڳو | وڏو (نامور) |
| پيڻ | ماٽيلي، نڙان پاڃائي | سڳي | آپا، باجي |
| ٽڳ | ڪاپي ڪرائينڊڙ | ٻلڊر | سياستدان |
| پڙوو | رنن جو | آفيسر جو | سياستدان جو |
| بهار | موسم | خوش رهڻ | صوبو |
| نشو آهي | پينگ جو | شراب، آفيم يا چرس | عشق، حسن |
| نڪاح آهي | مڱڻو | شاهد، گواهه، ڄڃ | پڪو (ٻار ٻه ٽين) |
| ناچ آهي | نچڻ | گهنگهرو ٻه ٻڌڻ ۽ ڳائڻ | ٻين جي اشاري تي |
| ننڊ | ڪچي | گهري (جواني جي) | موت (ڦاسيءَ جي تختي تي) |
| نمازي | فرض پڙهي | 5 وقتي (نفلن سميت) | تراويح ۽ تهجد ٻه |
| نانگ | ڏنڊيڪل | وير، ٻچا ۽ مٽي کائڻ | واسينگ، ڪاريهر |
| نُور | نالو | روشني | هدايت جو |
| لالچ | علم ۽ دين جي | دولت جي | ڪرسي، عورت ۽ شُهرت |
| ليکڪ | پيا ٻه شامل | پورو ڪتاب لکيل | ڪتاب تي نالو ٻه |
| ليڪ | هڪ طرف وينڊڙ | لڪ ڪٽ، ماپ نه (ٻئي طرف | ٽِڪ ڪرڻ (✓) |
| قيد آهن | جيل يا محل ۾ | ٻانهن ۾ يا پيٽ | اکيون يا دل ۾ |
| قيمتي آهن | رس، ڳر، گوشت | ڪل، هڏا | هيرا |
| ڪنوار آهي | مڱڻي وقت | شادي وقت | ڪنواري ڪنوار |
| ڪوڙ | شادي يا صلح لاءِ | ويڙهائڻ لاءِ | تقيو، نسخو |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڪٽ | ڪجھ ڪٽڻ | انگن يا ٽانون جي | ونڊ |
| ڪراڙو | صحت سبب | عمر سبب | عمر ۽ صحت سبب |
| ڪامياب | دنيا ۾ | دين ۾ | دين ۽ دنيا ۾ |
| ڪنجوس | کلڻ ۾، ڳالهائڻ ۾ | اوڌر ۽ ڳارين ڏيڻ ۾ | پيار ۽ مسڪراهٽ |
| ڪاسائي | پورڪھڻ وارو | کھڻ به گوشت ڪپائڻ | ڊاڪٽر |
| ڪارتوس | ڪاپي ڪرڻ لاءِ | بندوق ۾ | هٿ جا پريل يا لکيل |
| ڪارو | رنگ جو | دل ۽ نيت جو | رن سان (زوري) |
| ڪيميا | نسخو | ڪيميادان | ڪيمياگر |
| قبر | پارجي | وڏي جي | ماءُ جو پيٽ |
| چور آهي | ڪتابن جو | رن يا بجلي جو | علم يا ايمان جو |
| چمچو آهي | چانهه جو | ڪائڻ وارو | آفيسر يا طاقتور جو |
| چريو آهي | ڪڏهن ڪڏهن | مطلب جو | هر وقت (اُلٽا لٽل) |
| چمي | نرڙ تي (نياڻي کي) | ڳٽن تي | چپن تي (پٺي راضي) |
| چمڙو | پورجي کل | پکي (رات جو اڏري) | انسان (ڪم چمڙي جھڙا) |
| چوڪيدار | درتي | سهرو | سس يا ڪراڙو |
| چيني | اٺبو چانتا ۾ | ٻولي به اچي | نانگ ۽ ٻلا به کائي |
| گار آهي | دل ۾ | زبان سان | ڪچيون ڳاريون |
| گرم آهي | پاڻي، چانهه | مٽ، ڪيسو | بسترو، ڪمرو |
| ڪاڏو | ون ٻش | ٻوڙماني | منو ۽ فروٽ به |
| کير | ٻڙ، اڪ يا ڏاچي ءَ جو | ماءُ جو | ملائي، ڪڙهيل |
| ڳڏهه | ڪاوڙ ۾، ڳڏهه جو پٽ | ڪم عقل | وڏو ڳڏهه |
| گول | اڏ | سچو | هاڪي راند ۾ |
| گهر | مڙس يا پٽ جو | ذاتي | الله جو يا سرڪاري |
| زال آهي | ٻانهي | نڪاح ٻڌل | زرخريد ۽ نڪاح پيل |

| | | | |
|---|---|---|---|
| زميندار آهي | هاري | زميندار | ملڪ ۾ هاري ۾ |
| زهر آهي | لوڻ مرچ | سنڪيو نانگ جو | زبان جو |
| زبان | واعدو | زبان جو پڪو | شاهدن سامهون |
| راڻي | نالو | دل جي | مهارڻي |
| راضي | خاموشي | ها ڪرڻ | ڪلڻ ۽ زبان سان ها |
| ريسرچر | مقالي ۾ نالو | ريسرچ ڪندڙ | ريسرچ ۾ ڪري ۽ نالو ۾ |
| رانديگر | ٽيم ۾ شامل | هڪ فن جو ماهر | آل رائونڊر |
| رياضيدان | اسڪول ۾ | ڪاليج يا يونيورسٽي ۾ | نوان فارمولا ناهي |
| رنڊي | نچي | ڳائي | سدا سهاڳڻ |
| رات | 6 ڪلاڪ | 12 ڪلاڪ | سياري جي (16 ڪلاڪ) |
| رشوت | دعوت، وڳو يا گفٽ | بريف ڪيس پريل | جيڪو گهري |
| روشني | چنڊ جي (ٿڌي) | سج جي (گرم) | روحاني يا اندر جي |
| هيرو آهي | نالو | ڪاڻ مان ملي | فلمي، ناول ڪردار |
| هندو آهي | ڳئون ڪاٽي | بتن جو پوڄاري | ذات پات، 7 جنم |
| حڪيم آهي | عطائي، جعلي | سند يافته | نبض شناس |
| حج | عمرو يا ارادو | سمورا رڪن ادا ڪرڻ | ڪبيره (جمعي ڏينهن) |
| حاڪم | گهر يا آفيس ۾ | ملڪ جو | دنيا جهان جو |
| حصو | ڏيءَ جو | شريعت مطابق | بقدر جثه |
| حافظ | اٿئو | قرآن ياد | اٿئو ۾ قرآن ۾ ياد |
| حسن | بيوٽي پارلر | قدرتي | قدرتي ۾ ۽ مصنوعي ۾ |
| جن | بوتل ۾ بند | جنڙي گند تي | مهاجن |
| جهاز | خشڪيءَ جو | پاڻيءَ جو | هوائي |
| جهاد | جان ۽ عزت خاطر | خدا جي راهه ۾ | نفس سان |
| جاسوس | نوڪر، بورچي | زال | سفير |
| جوڙ | هڏي جور | انگ جوڙ | ضرب |

| | | | |
|---|---|---|---|
| جوان | 20 سالن کان گهٽ | 40 سالن تائين | عمر، طاقت ۽ تجربو |
| جنگ | زبان سان | عملي (لشڪر ۽ هٿيار) | نظرياتي ۽ مذهبي |
| شاگرد | ٿورو سکيو | گهٽو سکيو | شاگرد جو شاگرد |
| سيد آهي | پيءُ سيد | والدين سيد | ڏاڏي ۽ ناني ٻئي سيد |
| شاعر آهي | شوقيه | فل ٽائيم | مشاعرن ۾ به وڃي |
| شاهد | عورت يا چند جو | مرد يا نڪاح جو | قتل، زنا جو |
| سردار | چڱو مڙس يا نيڪ مرد | پاڙي جو | قومي يا سردار |
| شرڪ | مذاق | بت | وسيلو |
| سزا | پهريون دفعو | عادي مجرم | سخت (جرم کان وڏيڪ) |
| شيطان | بندرو | شيطاني ڪم، نفس | ملڪ ۾ گوڙ ڪرائي |
| سس | نڙان | حقيقي سس | ڏيرياڻي |
| شادي | مڱڻو | نڪاح ۽ رخصتي | پسند جي |
| صلح | عارضي جنگ بندي | معاهدو | دلين ۾ ٺاهه |
| شيخ | ذات | لقب | شيخ المشائخ |
| شهر | ننڍو | وڏو | جاڙا شهر |
| سور | بدن ۾ | مٿي ۾ | وضع حمل وقت |

## اڌورو (اڌوري)

| | |
|---|---|
| دوستي: ناني ۽ زباني پرحاني نه. | دشمني: ذاتي نه پر ملڪي يا مذهبي |
| مت: ون ڊش پارٽي | پِت: ڪچي يا دوڪي جي |
| پتو: گهر نمبر ها پر محلو نه | پڪي: پرها پر اڏام نه |
| ماهر: هڪ ڪم جو پر گهٽڻ جو نه. | مڙس: ٻن زالن جو |
| ماستري: ويزا پر پڙهائڻ نه. | نوڪري: پگهار ها پر ڪمائي نه |
| ننڊ: پوري نه (ڪچي) | نماز: سنت نه، خيال ٻئي پاسي |
| مار: ٻار سڌريوئي نه | (چور باسيوئي نه) |

نقشو: حدون يا اسڪيل نہ.

نشو: عشق جو ها پر شراب جو نہ

خواب: نامڪمل اسڪيم

(ڪاپي ختم، رشوت ختم)

خوشي: دوستن کي ها پر مائٽن کي نہ

خرچ: مانيءَ جو ها پڙهائي جو نہ

زندگي: دنيوي ها اخروي نہ.

زمين: ٿوري آباد گهڻي نہ

امتحان: لکت ها پر زباني نہ

علم: ڊگري ها پر ڄاڻ نہ

ايمان: زبان سان هر پر عمل نہ

آزادي: مذهبي ها پر معاشي نہ

علاج: يوناني ها پر هوميوپيٿي نہ

تباهي: صحت يا ايمان جي

ترقي: اسڪول ها پر پڙهائي نہ

گئس ها پر بجلي نہ

شرڪ: وسيلو ها پر اوتار نہ

شادي: نڪاح ها پر پيار نہ

(ڪراڙي جي جوانڙيءَ سان)

سونهن: بيوٽي پارلر سان ها پر قدرتي نہ

شاهدي: عورت يا ڪوڙي جي

قرض: شادي ۽ جاءِ لاءِ ها پر علاج ۽ تعليم لاءِ نہ

ڪتاب: هٿ سان لکيل ها پر ڇپايل نہ

ڪهاڻي: ڪردارن سان انصاف ها پر پڇاڻي نہ

ڪنوار: گهوٽ جي ها پر ڪنواري نہ

نانگ: زهر نہ (خزاني تي)

نڪاح: نندي هوندي جو پر رضامندي نہ.

خواهش: اظهار ناممڪن.

(ڪنواري ڇوڪري شاديءَ بابت)

خواري: اخبارن ۾ ها پر ٽي وي تي نہ

خطرو: ملڪيت جو ها پر جان جو نہ

زال: ٻئي وٽ سيڪريٽري

زنا: خواب ۾

آزمائش: ڏک ۾ ها پر سک ۾ نہ

عمل: ڪن حڪمن تي ها پر ڪن تي نہ

انصاف: مڪمل يا پورو نہ

انعام: دنيا ۾ ها آخرت ۾ نہ

عيد: لٽا آهن پر ڪاڌو نہ

طاقت: جسماني يا روحاني

تياري: هٿيار ها پر ٽريننگ نہ

ڪارتوس ها پر نشانو نہ

شڪار: ڪارتوس ها پر پکي نہ

شوق: اهڙو جيڪو پورو نہ ٿي سگهي

(ڇوڪرو ڇئي ليڊي ڊاڪٽر ٿيان)

سزا: سفارش يا رشوت سبب گهٽ

شاگرد: براين ۾ ها پر خوبين ۾ نہ

سياڻپ: Penny wise pound foolish

سچ: سو سيڪڙو تہ فساد

سک: ڪجهہ وقت لاءِ

سخي: ڏئي پر رڙائي رڙائي

| | |
|---|---|
| ڪارو: رنگ جو ها پر ڪمن ۾ نہ | سونهن: جسماني ها پر سيرت جي نہ |
| ڪک: پوري طاقت نہ ڏئي (ڪجهہ جزا ڪٽل) | حڪمت: علم ها پر صحت نہ. |
| ڪِ ستو: وڏي رقم لاءِ ها پر ننڍي لاءِ نہ | حڪومت: داخلي ها پر خارجي نہ |
| ڪُشتو: دل ۽ دماغ لاءِ ها پر جنسي طاقت نہ | حج: قرض ڪٽي يا حج بدل |
| قبيلو: قلم ۽ ڪسب جو ها پر نسب جو نہ | حفاظت: گهر جي ها پر ملڪ جي نہ |
| ڪاتي: مڏي ها پر تکي نہ | حساب: ٿوري وقت جو ها پر پورو نہ |
| ڪوڙو: زال ۽ ٻارن سان ها پر هر وقت نہ | جوڙ: ڪجهہ انگ جوڙ ڪرڻ پر هڏي جوڙ نہ |
| گار: پڪي ها پر ڪچي نہ | فصل: پوکڻ ۽ لڻڻ ها پر حفاظت ۽ مارڪيٽنگ نہ (وار) |
| دعوت: ست رشي طعام ها پر حلوو يا چانهہ نہ | فيصلو: سرداري ها پر ڪورٽن ۾ يا شرعي نہ (جرڳو) |
| گرمي: مٺ ۽ ڪيسو گرم ها پر بازار ۽ بسترو نہ | فرض: خانداني يا سماجي پر خدائي نہ |
| وزير: ننڍو ها پر وزيراعظم نہ | فلم: سينيما هال ۾ ها پر ٽي وي تي نہ |
| گوشت: وڏو ها پر ننڍو نہ | فتح: جسم جي ها پر دل نہ |
| وڪيل هاءِ ڪورٽ جو پر سپريم ڪورٽ جو نہ | وصيت: ملڪيت بابت ها پر قرض بابت نہ |
| وارثي: سياست ۾ ها پر پيري مريدي ۾ نہ | ورهاست: روڪ رقم ۽ زيورن بابت ها پر زمين ۽ گهر بابت نہ |

# باب ڇهون متفرقه

## اجايو بدنام

1)سياستدان ته 9 ڪروڙ مان 90 ڪروڙ ٺاهيندو (ٻڙي)
بلڊر ته 10 پلاٽن جا 100 فائيل ٺاهيندو (ٻڙي)
بئٽس مئن سينچري ۾ بالر هٽ ٽرڪ ٺاهيندو
پروفيسر ته رڳو 9 مارڪن کي 90 ڪندو (اجايو بدنام)
2)ڪيمياگر سون ۾ سونارو زيور ٺاهيندو (هنر)
ليڊر وزارت ۾ پير قبو ٺاهيندو (ڪوڙڪي)
عامل نقش ۾ جاميٽري وارو مربع ٺاهيندو
رياضيدان ته رڳو فارمولا ٺاهيندو (اجايو بدنام)
3) هڪ ضلعي مان 4 ضلعا ٺاهي ته ارباب
هڪ ميمبر سان حڪومت ٺاهي ته ڄام
ڇئن تيلين سان 24 ڪنڊون ٺاهي ته ميمڻ
ڇهن تيلين سان 4 ٽڪنڊا ٺاهي ته "ڳامون سچار" (اجايو بدنام)
4) هڪڙو بزرگ ته 1 جي اڳيان 0 ڏئي 10 ڪندو.
ٻيو وري ٻي ٻڙي اڳيان ڏئي 100 ڪندو.
ٽيون وري 1 کي مٽائيندو ته ڪجهه نه بچندو.
سائنسدان ته رڳو ايٽم بم ٺاهيندو ته ڪجهه نه بچندو.
5) ڪو فليٽ وٺي ڪو محل ٺاهي.
ڪو شگر ملون ٺاهي ته ڪو اسٽيل ملون ٺاهي.
ڪو پارٽيءَ تي قبضو ڪري ته ڪو نئين پارٽي ٺاهي.
ورڪر ته رڳو نعرا هڻي (اجايو بدنام).
6)ڪو ڊگريون 2 وٺي ڪو ڪاتا 2 وٺي، ڪو ڏرٽا ڊگها هڻي ڪو ڏاڙون وڏيون هڻي.
ڪنهن جون ذاتيون هٽيون ڪنهن جا عبدا ہٽا، ايمپائر ته رڳو اشارو ڪندو (اجايو بدنام).

## سنڌ بابت انگ اکر
## (ڪجھ حقيقت ڪجھ افسانو)

| | |
|---|---|
| ٪ 90 روينيو | ڪراچيءَ مان |
| ٪ 90 چانور | لاڙڪاڻو ۽ سکر ڊويزن مان |
| ٪ 90 ڪٽڪ ۽ فروٽ | نوابشاهه ۽ ميرپورخاص ڊويزن مان |
| ٪ 90 گئس ۽ ڪوئلو ٽٺ، | ٺٽو، ڄامشورو ۽ گهوٽڪي ضلعا |
| ٪ 90 گهريلو ملازم | ٿر ۽ رحيم يار خان |
| ٪ 90 چوڪيدار | پناڻ |
| ٪ 90 مزدور ڪارخانن ۾ | پنجاب |
| ٪90 مزدور پورٽ تي | ڪڇي ۽ مڪراني |
| ٪90 ٽرانسپورٽر ۽ گڊس | ميانوالي ۽ پناڻ |
| ٪ 90 زمين | پيرن، ميرن، چوڌرين ۽ آفيسرن وٽ |
| ٪ 80 واپار | ڪاٺياواڙي، گجراتي ۽ يو پي وارن وٽ |
| ٪ 100 هيروئن | ڪي پي ڪي مان |
| ٪ 95 ميمبر | صادق ۽ امين، ڊانڊلي اصل نه ڪن. |
| ٪90 ماستر ۽ ڊاڪٽر | ڊيوٽين جا پابند |
| ٪99 شاگرد | امتحان ۾ ڪاپي اصل نه ڪن |
| ٪90 پروفيسر | ڪلاس به وٺن ۽ ريسرچ ۾ جعل سازي نه ڪن. |
| ٪90 سردار | فيصلا انصاف سان ڪن |
| ٪90 ڌاڙا مڙس | ڪنڊا نه لڳائن، 10 اي سي هلائن پر بل 10 هزار به نه . |
| ٪90 جج | بار بار قسم کڻن ۽ آمرن جي حق ۾ فيصلو نه ڏين. |
| ٪90 ورڪر | نه نوڪريون وڪڻڻ نه ٺيڪا کڻن ۽ نه پيتو اڳاڙين. |
| ٪90 پير | ڏن نه اڳاڙن پر محنت ڪن (بيت، ڪرامتون ۽ قصا). |
| ٪95 خطيب | آيتن جي معنيٰ قيراٽ ۾ ديرئي نه ڪن. |
| ٪90 مهاجر | مهاجر آهن ئي نه. انهن جا پيءُ ۽ ڏاڏا آهن سنڌ ڄاوا. |

# انداز بيان (انگ)

| | |
|---|---|
| 12 ابو گيون ٻُڪ يا پوري ريل، | 60 ڪمرا يا سچو هوٽل |
| 200 سيٽون يا پورو جهاز، | 8 جريب يا هڪ اناس |
| 20 ڪلو يا اڌ مڻ، | 7 ڏينهن يا هڪ هفتو |
| 60 رپيا يا 3 ويهون، | 45 منٽ يا منو ڪلاڪ |
| 100 رنسون يا 1 سينچري، | 3 آئوٽ يا هيٽ ٽرڪ |
| 30 پارا يا پورو قرآن، | 1 نياڻي يا 7 قرآن |
| 2 وهڙا يا 1 وڏو ڏڳو، | 100 مرغيون يا 2 چيلا |
| 1 ساليانو امتحان يا 2 سيمسٽر، | مقالو لکڻ يا چپرائڻ |
| انڊيا، هندستان يا ڀارت، | هني، ڊارلنگ يا منڙي |
| بغاوت، انقلاب، پنهنجو ملڪ فتح، | رپيو، ريال يا ڊالر |
| روزانو، ماهوار يا ساليانو، | سينٽي گريڊ يا فهرنهائيٽ |
| ٽپن مان آڪاٽي ناهڻ، مختصر ڪرڻ، | درياهه کي ڪوزي ۾ بند ڪرڻ يا ڏُڪ ڀرڻ |
| لوٽو ٽيڻ يا گهوڙو ٽيڻ، | پٽيلو يا فرنٽ مئن |
| ڪامريڊ يا جيالو، | پير صاحب يا ڀائي صاحب |
| وصيت يا وراثت، | سليڪشن يا نامينيشن |
| ماڪي ڪاوان يا ٽڪون چنيان، | ڪاپي ڪريان يا ڪارتوس هٽان |
| ڪندو هٽان يا ٻل ٻچايان، | هاٿي پاليان يا وندواي سي هٽايان |
| گهوڙي چڙهي يا زنجير پون | پڳ ٻڌي يا جوابداري وٺي |
| ڪنڌا ڪيان يا ڏند پٽيان | چمچو ٿيان يا ڪپگير |
| گهر سنڀالي يا ساٿي ٻڌجي، | ماني پچائي ۽ ڪپڙا ڌوئي |
| مسئلا حل ڪري يا خدمت ڪري، | حڪمراني ڪري ۽ پيپ پري |
| پڙهائي، سمجهائي يا ريسرچ ڪري، | سياست ڪري ۽ عهدا سنڀالي |
| تون هينيان ٿي يا مان مٿان ٿيان، | تون ڏي يا مان وٺان. |

شينهن ڪلهي چڙهي يا هٿ پيلا ٿين

## جادوئي چورس

هي اهڙا چورس آهن جن جي هر هڪ ڪالم، هر هڪ قطار ۽ هر هڪ اريب جي خانن ۾ لکيل انگن جو جوڙ هميشہ ساڳيو.

مثال (1) 3x3 آرڊر واري قالب ۾ ڪل 9 خانا آهن، انهن مان هر هڪ خاني ۾ هڪ انگ لکو (1، 2، 3، .... يا 9) اهڙيءَ طرح جو

| | | |
|---|---|---|
| 4 | 9 | 2 |
| 3 | 5 | 7 |
| 8 | 1 | 6 |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1 | 15 | 14 | 4 |
| 12 | 6 | 7 | 9 |
| 8 | 10 | 11 | 5 |
| 13 | 3 | 2 | 16 |

$1+2+3+\ldots+9=45$

جوڙ $=45\div3=15$

نوٽ: ڪالمن کي قطارن ۾ تبديل ڪرڻ سان بہ جادوئي چورس رهندو.

4x4 آرڊر واري قالب ۾ ڪل 16 خانا آهن، انهن مان هر هڪ خاني ۾ هڪ انگ لکو (1، 2، 3...... يا 16) اهڙيءَ طرح جو

$1+2+3+\ldots+16=136$ جوڙ $=136\div4=34$

1) اهڙا بيا 4.4 آرڊر وارا قالب بہ ٺاهي سگهجن ٿا.

2) 5x5 ۽ 6x6 آرڊر وارا قالب ٺاهي ڏيکاريو.

3)تعويذن ۾ اهڙن چورسن جو استعمال ٿيندو آهي.

## انگ ۽ عمر

| | |
|---|---|
| 10 سال عمر تہ ڪمرو ننڍو يا وڏو | ڪو فرق نہ |
| 20 سال عمر تہ ملڪ ڪهڙو بہ | جهڙو ديس تهڙو ويس |
| 30سال عمر وقت ڪهڙو بہ | جهڙو ڏينهن تهڙي رات |
| 40 سال عمر تہ علم يا هنر ڪهڙو بہ | ڪمائي آ محنت سان |
| 50 سال عمر تہ گهنج ۽ داغ | جهڙو سهڻو تهڙو ڪوجهو |
| 60 سال عمر تہ رٽائرمينٽ لازمي | جهڙو آفيسر تهڙو پٽيوالو |
| 70 سال عمر تہ گهر ڪهڙو بہ | ننڍو يا وڏو (گوڏن ۾ سور) |
| 80 سال عمر تہ خدمتگار زال يا نرس | جهڙي پيڪين تهڙي ساهرين |

# انگن سان اڳڪٿي

| ڪتاب نمبر | ٽائيٽل | ڪتاب نمبر | ٽائيٽل |
|---|---|---|---|
| پهريون | ستاروں سے آگے | ٻيون | پہاڑوں کے پیچھے |
| ٽيون | سمندروں کے نیچے | چوٿون | بادلوں کے اوپر |
| پنجون | درختوں کی آڑ میں | ڇهون | صحرائوں کے بیچ |
| ستون | چاندنی رات میں | اٺون | تپتی دھوپ میں |
| نائون | طوفانی برسات | ڏهون | گولیوں کی بوچھاڑ |
| يارهون | سچ ته بيٺو نچ | ٻارهون | ڪوڙجي منهن ۾ ڏوڙ |
| تيرهون | انگن جا رنگ | چوڏهون | انگن سان راند |
| پندرهون | زندگيءَ جا رنگ | سورهون | ؟ |

# انگ پئسا ۽ وچڻ

هڪ وچي ٽي اچڻ ٽي وچن 12 اچن

چار وچن 5 اچن 12 وچن 51 اچن

48 وچن 4 ٻچن 10 وچن خطبت الوداع اچي

ڳن وچي ڏن نہ وچي رن وچي رلي نہ وچي

ماسي وچي ماءَ نہ وچي ڀاءُ وچي پڙوو نہ وچي

سڀ وچن پر 0 ۽ 1 جو جوڙو نہ وچي

**نوٽ:** ڏسو صفحو 67 ڪتاب انگن جا رنگ ۽ ذهانت

## ڪڏهن واحد ڪڏهن جمع

پتلون: مٿان ڪان واحد، هيٺان ڪان جمع، وڻ: هيٺان ڪان واحد، مٿان ڪان جمع

1) چنڊ: آسمان تي واحد، ڌرتي تي جمع (ذات)، قرآن: ڪتاب 1، پارا 30.

روزا: مهينو 1، ڏينهن 30 ، وڳو: پاءُ ته واحد، خريد ته جمع

2) ديگ: هيٺان باهه مٿان پاڻي ۽ مصالحو، لاهه ته واحد.

حقو: هيٺان پاڻي مٿان باهه ۽ تماڪ، چڪ ته واحد

معبود: هستي هڪ، نالا گهڻا (رام، رحيم، ڀڳوان)، اسلام: مذهب هڪ، فرقا گهڻا

مثال: تسبيح، بصر، ڏاڙهون، ٻهارو، ڪتاب، بازار، شهر، ريلي گلدستو، هار، هزار جو نوٽ، پڳهار، قافلو جلوس، هوٽل، هفتو، سال، مهينو ڪلاس، ڇڄ، جهاز، تاس جو پيڪيٽ

نماز: وقت هڪ، رڪعتون گهڻيون، ڇٽي: بند ته واحد، کليل ته جمع

3) رزلٽ: گريڊ ته واحد، مارڪون ته جمع

| | | |
|---|---|---|
| ملان ۽ حلوو، | انڊو ۽ منڊو، | چار ۽ مڇيون |
| رڍ ۽ بگهڙ، | جن ۽ بوتل، | طوطو ۽ پڃرو |
| وڏي مڇي ۽ ننڍي مڇي، | ڪئو ۽ ٻلي | ڪلف ۽ ڪڙو |

1) زال ۽ مڙس: بستري ۾ واحد ورنه جمع (يڪ جان دو قالب)

2) ڪلف ۽ ڪڙو ماءُ ۽ ٻچو

3) پکي ۽ انڊو: پيٽ ۾ واحد، ورنه جمع

4) روالور ۽ گوليون، مکيون ۽ منارو:

5) کوهه ۽ ڏيڏر، مردو ۽ قبر، ترار ۽ مياڻ

6) ڪتو ۽ هڏي، ڏنڊو ۽ ڪونڊو، سرمو ۽ سرائي

## لاتعدادن ۾ ننڍ وڏائي

1) ڍنڍ، درياهه ۽ سمنڊ ۾ موجود پاڻيءَ جي ڦڙن جو تعداد.

2) مٽي ۾ وار، آسمان تي تارا، روءِ زمين تي موجود ڪڻڪ جي داڻن جو تعداد.

3) سمنڊ ڪناري، ٿرجي پٽن ۽ صحراءِ گوبي ۾ واريءَ جي ذرڙن جو تعداد.

4) سمورن اڪي عددن، ٻڌي عددن، پڳل عددن ۽ سڄن عددن جو تعداد.

# پيو اهڙو نہ (انگ)

ٻڌايو: اهو هڪ ٻڌايو جنهن جهڙو ٻيو نہ آهي (الله، شيطان، بيت الله)
اهي ٻہ ٻڌايو جن جهڙو ٽيون نہ آهي: (ڏينهن، رات)، (علم، ايمان)، (پيءُ، ماءُ)
اهي ٽي ٻڌايو جن جهڙو چوٿون نہ آهي: (عرش، ڪرسي، قلم)، (تثليت).
اهي چار ٻڌايو جن جهڙو پنجون نہ آهي: (الهامي ڪتاب، موسمون، تاس جا رنگ، طرف)، (ايميون)
اهي پنج ٻڌايو جن جهڙو ڇهون نہ آهي:(هٿ ۾ آگريون، اسلام جا رڪن، فرض نمازون، تن)
اهي ڇهہ ٻڌايو جن جهڙو ستون نہ آهي (ڪلما، ڪم جا ڏينهن).
اهي ست ٻڌايو جن جهڙو اٺون نہ آهي: (آسمان، هفتي جا ڏينهن، انڊلٺ جا رنگ، ترتيون، سمنڊ).
اهي اٺ ٻڌايو جن جهڙو نائون نہ آهي: (عرش ٻرين ڪي ڪٽڻ وارا فرشتا)،
(ڪمري جون ڪنڊون)، (شطرنج ۾ قطارون)
اهي نو ٻڌايو جن جهڙو ڏهون نہ آهي: (بني اسرائيل جا فسادي)
اهي ڏهہ ٻڌايو جن جهڙو يارهون نہ آهي: (ٻن هٿن جون آگريون)، (قرباني بدلي روزا).
اهي يارهن ٻڌايو جن جهڙو ٻارهون نہ آهي: (بني اسرائيل جا قبيلا)
اهي ٻارهن ٻڌايو جن جهڙو تيرهون نہ آهي: (سال ۾ مهينا)
اهي تيرهن ٻڌايو جن جهڙو چوڏهون نہ آهي:(حضرت يوسف جا 11 ڀائر، پيءُ ۽ ماءُ)،
(تاس جا پتا هڪ رنگ جا).
اهي ٽيهہ ٻڌايو جن جهڙو ايڪٽيهون نہ آهي (قرآن جا پارا، قمري مهيني جا ڏينهن) .
اهي ٻٽيهہ ٻڌايو جن جهڙو ٽيٽيهون نہ آهي (جوان انسان ڪي ڏند).
اهي 52 ٻڌايو جن جهڙو ٽيونجاهون نہ آهي (سال ۾ هفتن، تاس جا پتا).
اهو انگن جو جوڙو ٻڌايو جن جهڙو ٻيو قيمتي جوڙو نہ آهي.
اهي 16 ٻڌايو جن جهڙو سترهون نہ آهي (شطرنج جي هڪ رانديگر وٽ مهرا).
3 لاڳيتا سچا عدد ٻڌايو جن جي ماپ سان ٽڪنڊو نہ ٿهي. (گوني ڪنڊ، ٽڪنڊو)

## سنڌ ۾ رياضيءَ جا پروفيسر

## سنڌ يونيورسٽي شعبہ رياضي

A چيئرمين (1) پروفيسر A.L شيخ. بنياد وجهندڙ (رياضيءَ جو ابو).
بمبئي يونيورسٽي مان M.sc .
2) پروفيسر شوڪت عباس، شماريات جو ماهر calculus تي ڪتاب. ڪئناڊا مان M.sc.
3) ڊاڪٽر نور محمد ٽالپر: شاهي خاندان، امپيريل ڪاليج لنڊن مان Ph.D
4) ڊاڪٽر Q.K غوري، ڪئناڊا مان Ph.D، قائداعظم يونيورسٽي ۾ پروفيسر.
5) ڊاڪٽر نور مصطفيٰ شيخ O.R ۽ Econometris جو سنڌ ۾ بنياد وجهندڙ.
انگلينڊ مان Ph.D ، ڊين آف سائنس فئڪلٽي( M.Phil2 ۽ Ph.D1) .
سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ لاءِ رياضيءَ جي ڪتابن جو مصنف، ايڊيٽر ۽ مترجم .
6) آصف علي قاضي: 13 سال مسلسل ڊائريڪٽر، ڊين، سوٽا پريزيڊنٽ، ڪمپيوٽر سائنس کولي انسٽيٽيوٽ بنائيندڙ( Ph.D l ) ، انگلينڊ مان. M.Phil.
B ڊائريڪٽر: (1) آصف علي قاضي (2) نور مصطفيٰ شيخ.
3) ڊاڪٽر نور احمد شيخ: سنڌ يونيورسٽي مان Ph.D
4) ڊاڪٽر محمد سليم چانڊيو: رجسٽرار ۽ پرووائيس چانسيلر
انگلينڊ مان Ph.D، (Ph.D5) (M.phil, 7)
5) ڊاڪٽر عبدالستار سـومرو : چين مان Ph.D , (M.phil, 7)
C ڪتابن جا مصنف، ايڊيٽر ۽ مترجم: شوڪت عباس، ممتاز امام، محمد عرس شيخ، لعل چند، ڪي. ڊي سومرو، غوري صاحب، نور محمد ٽالپر، نور مصطفيٰ شيخ، آفاق احمد، سڪندر علي ٻبر، شيخ محمد صغير، صائمہ پٺي، عبدالستار سومرو.
ذڪاءُ الله خان، غلام سرور شاهہ، محب الله شيخ، عبدالسليم ميمڻ،
ارجن لعل، ڊاڪٽر وسيم شيخ، واجد شيخ، خادم حسين پٺو ڊاڪٽر اعجاز احمد صديقي،
اعجاز صبوح پوٽو، منظور ميمڻ، سراج پانڌياڻي ، محمد يعقوب ميمڻ، محمد فاروق خان.

# نور مصطفيٰ شيخ جو تفصيلي تعارف

هن ڪتاب جو ليکڪ مولوي نورالحق شيخ جي گهر 1942ع ۾ ڄائو. تعلقي رتيديري جي ڪوٽ ڀٽي نالي ننڍي ڳوٺ ۾ پنهنجي والد صاحب وٽ پرائمري تعليم، بنگل ديري جي مڊل اسڪول ۾ چار درجا انگريزي ۽ پوءِ ميٽرڪ تائين گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ پڙهيا. 1957ع ۾ سنڌ يونيورسٽي مان ميٽرڪ جو امتحان فرسٽ ڊويزن ۾ پاس ڪرڻ بعد شڪارپور جي سي اينڊ ايس گورنمينٽ ڪاليج مان انٽرسائنس پاس ڪيائون. سنڌ يونيورسٽي جي شعبه رياضي مان 1963ع ۾ بي ايس سي (آنرس) فرسٽ ڊويزن ۽ 1964ع ۾ ايم ايس سي رياضيءَ ۾ ڪرڻ بعد ليڪچرار مقرر ٿيا 1970ع تائين انجنيئرنگ ڪاليج ۾ رياضي پڙهائڻ بد 1972ع ۾ پاڪستان گورنمينٽ جي اسڪالرشپ تي انگلينڊ ويا. جتان 1977ع ۾ سائوٿ ٿمپٽن يونيورسٽي انگلينڊ مان ايڪاناميٽرڪس ۾ پي ايڇ ڊي ڪري واپس آيا. 1981ع ۾ 20 گريڊ ۽ 1998ع ۾ 21 گريڊ ملين، مختلف وقتن تي سنڌ يونيورسٽي ۾ چيئرمين ميٿس، ڊائريڪٽر ۽ ڊين آف سائنس فيڪلٽي رهيا. 2002ع ۾ رٽائر ٿيڻ بعد شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور، سکر آءِ بي اي ۽ قائدعوام يونيورسٽي نوابشاهه ۾ پروفيسر ٿي رهيا.

لکڻيون: سنڌ سائنس سوسائٽي جي "سنڌ سائنس" رسالي ۾ 5 مضمون رياضيءَ ۾ شوق پيدا ڪرڻ لاءِ، 20 کان وڌيڪ خط ڪاوش اخبار جي هائيڊ پارڪ ۾، 7 آرٽيڪلس جيجل اخبار ۾، 20 کن مضمون عبرت اخبار ۾ "سچ ته بيئونچ" ۽ "رياضي دانن بابت ٽوٽڪا" جي عنوان سان. 34 ريسرچ آرٽيڪلس پاڪستان جي مختلف جرنلس ۾، سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ پاران ڪلاس 9، 10، 11 ۽ 12 جي رياضي جي ڪتابن جو مصنف، ايڊيٽر ۽ مترجم، پاليٽيڪنڪ جي رياضيءَ جو سنڌيءَ ۾ مترجم.

(1971) هڪ شاگرد جو پي ايڇ ڊي ۽ ٻن جو ايم فل لاءِ گائيڊ.

سنڌس استاد: حسابن ۾ شوق پيدا ڪرڻ وارو ۽ ورنيڪيولر فائنل جي تياري ڪرائڻ وارو سندس والد محترم مولوي نورالحق. مڊل اسڪول اسڪالر شپ جي تياري ڪرائڻ وارو

محترم خير محمد ملاح ۽ واحد بخش انڙ، لاڙڪاڻي ۾ انگريزي سيکارڻ وارو سائين عبدالڪريم ڍڪڻ، شڪارپور ۾ رياضي سيکارڻ وارو محترم عبدالصمد هيرائي.

سنڌ يونيورسٽي ۾ رياضيءَ جا استاد: پروفيسر شوڪت عباس، ڊاڪٽر ڪيو ڪي غوري، مير نور محمد ٽالپر، هلال احمد قريشي ۽ ممتاز امام.

خانداني پس منظر: والد نو مسلم شيخ جنهن جي تربيت بزرگ تاج المحمود امروٽي ڪئي، ٿيڙهي ۽ سجاول جي مدرسن مان ديني تعليم ۽ دستاربندي ڪئي.

نانو: مولوي عبدالڪريم ڪورائي خليفہ مجاز بزرگ تاج المحمود امروٽي، جنهن کي سچ ڳالهائڻ تي مرشد کهاڙي جو لقب ڏنو.

سهرو: مولوي لطف الله عباسي، پنجو ديرو (لڳ نئونديرو)، هڪ پرهيز گار خود دار شخص جيڪو 80 سال جي عمر تائين بہ پنهنجي پاڻ آباد ڪندو هو.

ويجها عزيز: ڪورائي، زهري، عباسي، سيال، ڪوڪر، مهر، منگي، پتافي، خلجي، ميمڻ، سولنگي، پٺاڻ، شيخ، انڊڙ، لاکا، مگريا، ڏامراها، قريشي، چانديا.

مامو: حڪيم مولوي رشيد احمد ڪورائي.

مائٽ: ناني مينگل، پڙناني پٺاڻي.

اولاد: وڏو پٽ نور نبي مهراڻ يونيورسٽي، ڄامشورو ۾ اليڪٽريڪل انجنيئرنگ جو پروفيسر، ننڍو پٽ نور محمد، ڪوٽڙي بوائز ڪاليج ۾ فزڪس جو ليڪچرار.

ڀاءُ: ڊاڪٽر نورالله شيخ ڪوٽڙي اسپتال ۾ (گريڊ 19).

**پروفيسر ڊاڪٽر مولوي خليل احمد ڪورائي**

**پرنسپال ٽريننگ ڪاليج بدين**

## ڪوٽڙي شهر: مسئلا ۽ حقيقتون

ڪوٽڙي سنڌ جو هڪ صنعتي ۽ تاريخي شهر آهي اڳ ۾ دادو ضلعي ۾ شامل هيو، هاڻي ڄامشورو ضلعي جو حصو آهي. سنڌو درياهه جي ساڄي ڪپ تي ڪراچيءَ کان 150 ڪلوميٽر پري ۽ حيدرآباد کان ٻه ڪلوميٽر پري آهي. سندس آبادي هن لکن کان ٻه وڌيڪ آهي، پلُين ، ڀَ لمن، هوائن، ڪارخانن ۽ ملڪ سردارن سبب مشهور آهي.

علي بابا، منو رند، عبدالله ڏي بلوچ، عنايت بلوچ ۽ گوهر شاهي سندس شهرت کي چار چنڊ لڳايا آهن. هن شهر ۾ مل ايريا، ريلوي جنڪشن، سليپر فيڪٽري، ٽيليگراف ورڪشاپ ۽ پاور هائوس ۽ ٽي بي سينيٽوريم آهن.

(الف) حقيقتون:

توڙي جو هن شهر ڪو جڳ مشهور جج، وڪيل، فلاسافر، سائنسدان، تاريخدان، رياضيدان، عالم، صحافي، هنرمند، رانديگر ۽ واپاري پيدا نہ ڪيو آهي. پر پوءِ بہ هتان جو حڪيم نامي، ٺيڪيدار رحمان بلوچ، زرعي ماهر ڊاڪٽر پنهي، علي بابا ۽ گامون سچار سنڌ اندر ڄاتل سڃاتل آهن، سياست جي حوالي سان سردار ملڪ اسد سڪندر، ڊاڪٽر سڪندر شورو ۽ جيلاني خاندان جي ذاتي، قومي ۽ پيپلزپارٽي جي حوالي سان ڪافي مقبوليت آهي، امن امان قائم رکڻ، فيصلن ۾ انصاف ۽ عوام جون تڪليفون دور ڪرڻ ۾ تہ ملڪ سردارن جو ڪردار هميشہ مثالي رهيو آهي.

(ب) مسئلا:

1) ڪوٽڙي ريلوي ڦاٽڪ تي اوور هيڊ برج نہ هئڻ سبب ڪلاڪن جا ڪلاڪ ٽريفڪ جام رهندي آهي، پٺاڻي ڪالوني، بهار ڪالوني، خانزاده ڪالوني، سڪندر آباد جي رهواسين ڪي ۽ روينيو، عدليہ ۽ يونيورسٽين طرف اچڻ وڃڻ وڏو مسئلو آهي.

2) تفريح لاءِ پارڪن ۽ راندين جي ميدانن جي کوٽ آهي.

3) شادي هال ۽ شاپنگ سينٽر نہ هجڻ سبب حيدرآباد، لطيف اباد ۽ قاسم آباد وڃڻو پئي ٿو (خرچ، وقت ۽ بدامني)، هذا مل وٽ روڊ تي يا ٽيليگراف ورڪشاپ پرسان روڊ تي بہ ٽي هال ٺهن تہ مل ايريا، ڪالونين ۽ يونيورسٽين جي رهائشين کي بہ سولائي ٿئي.

4)شهر جي شايان شان لائبريري ۽ جيم خانہ يا سٽيزن ڪلب قائم نہ آهي، اِن ڊورگيمز، باڊي بلڊنگ، سوئمنگ پول ۽ گيسٽ هائوسز جون سهولتون بہ نہ آهن.
5) پيئڻ جو پاڻي 24 ڪلاڪن ۾ فقط ہہ دفعا ڪڏهن هڪ ڪلاڪ تہ ڪڏهن اڌ ڪلاڪ لاءِ ملي ٿو جيڪو بلڪل ناڪافي آهي.
6) سياري ۾ گئس پريشر تمام گهٽ يا لوڊشيڊنگ سبب رڌ پچاءُ بہ مسئلو آهي.
7) بجلي جا بل ڪڏتهن ڊٽيڪشن تہ ڪڏهن اوور ريڊنگ، خاص ڳالهہ تہ بل ڀيارڻ جي آخري تاريخ کان فقط هڪ ڏينهن اڳ بل گهرن ۾ پهچن ٿا.
خصوصي نوٽ: هيءَ ڪوٽڙي (جاگير) نوشهري فيروز واري ڪوٽڙي ڪبير کان آبادي توڙي سهولتن جي حساب سان گهٽ وڏي آهي، ڪال ڪوٽڙي نہ آهي.
هتان جي ”علي بابا“ جو 40 چورن سان ڪو تعلق نہ هيو. ڪوٽڙيءَجو منو بہ پڪي نہ پر انسان آهي (طوطن ماءُ سان بہ سندس ڪو واسطو نہ آهي). هتي هڪڙو گامون سچار بہ رهي ٿو جيڪو ڪوٽ پٽي ۾ جائو ۽ آخر ۾ ڪوٽڙيءَ جو ٿي ويو.
هتان جي سڪندرن ۽ اسدن تي نالي جو گهرو اثر آهي.
لساني، فرقيوارانہ يا قبيلائي فسادَ دهشتگردي بہ هتي نہ ٿيندي آهي.
ٽرانسپورٽ جي سهولت، ڪارخانن ۽ تعليمي ادارن جي ويجهڙائي سبب وڌندڙ شهر آهي.
هن شهر ۾ ميمڻ، خاصخيلي، شورا، سيد، ڪانياواڙي، ڪاسائي(قريشي)، عباسي، ڪوسا، مگهڻار ۽ شيخ آباد آهن. رند، جمالي، مينگهواڙ، هندو، عيسائي سڀ امن امان سان رهن ٿا، چورا ڪاري، جهيڙا فساد ۽ فرقيواريت جو تعصب بہ گهٽ آهي.
عيد ميلاد تي بريلوين جا جلوس ۽ محرم ۾ شيعن جا ماتم قابل ديد هوندا آهن.

# ڪجھ مزاحيہ جملا

1) درندا سيد کي نہ کائيندا آهن. (آهي ڪو سيد سڏائڻ وارو تيار!)

2) قرآن جي حافظ کي درياھ نہ ٻوڙيندو. (آهي ڪو حافظ تيار!)

3) حسابن جي ماهر کي ڪمپيوٽر جي ضرورت نہ (آهي ڪو مقابلي لاءِ تيار!)

4) بورچي کي بک لڳي ئي نہ (چو). طعام تيار ڪڻ بعد.

5) چوڪيدار کي گهر ۾ ننڊ اچي ئي نہ (چو). ڊيوٽي تان موٽڻ بعد.

6) هڪ ماءُ کي پنج پٽ پنج ئي هڪجيترا پيارا (ڪيئن!)

7) هڪ مڙس کي چار زالون (سڀ پياريون) پوءِ بہ ٻانهيون رکي

8) حڪيمن کي ڪشتا کائڻ جي گهرج ئي نہ (چو).

9) 3 نوجوان حسين عورتون ڪراڙن سان شادي ڪن تہ فصل پلو ٿيندو(ٿيندو ڪو تيار)

10) ڌرتي طرف ايندڙ گرھ واپس ويندو جيڪڏهن ستن نيتن کي راڪيٽ ذريعي آسمان طرف موڪليو. (ٿيندو ڪو پادري، ٻانيڻ، يا پير تيار).

11) پروفيسرن جي اولاد کي محنت جي گهرج ئي نہ (چو)

12) مولين ۽ فقيرن جي زالن کي طعام رڌڻ اچي ئي نہ !

13) پيرن ۽ ميرن ۾ ڪي عادتون هڪجهڙيون (ڪهڙيون).

14) انگريزي ۽ حسابن جي ماهر کي نوڪري جي گهرج نہ (چو).

15) سيدن کي ڪمائڻ جي گهرج نہ (خمس ۽ ڏن)

16) پروفيسرن کي ڪلاس وٺڻ جي گهرج نہ (ريسرچ ايسوسيئيٽ)

17) دولتمندن کي وڙهڻ ۽ هنر جي گهرج نہ (ڪرائي جا فوجي)

18) ليڊرن جي اولاد کي ورڪ ڪرڻ جي گهرج نہ (نانو ڏاڏو پيا ڳائبا)

19) پروفيسريءَ کان رجسٽراري ڀلي (چو)؟

20) پرديدار کان ايئرهوسٽس ڀلي (چو)؟




# تعارف

## حسابن سان ملهه، انگن سان راند

ڪي عالم ابجد وسيلي اکرن کي انگن ۾ لڪائن. ڪي جادوئي چورس ٺاهن. ڪي درياهه کي ڪوزي ۾ بند ڪن. ڪي هڪ سوال جا گهڻا جواب ڳولين ته ڪي گهڻن سوالن جو هڪ جواب.

منهنجي محترم استاد پروفيسر نور مصطفيٰ شيخ صاحب هن ڪتاب ۾ ڳجهارتن، مزيدار سوالن، حسابن ذريعي ۽ "انگن سان راند" ڪندي شاگردن ۾ سوچ ۽ فڪر پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي مثلن سوئر ڪائڻ ۾ گناهه وڏيڪ يا مفت جي ڀڳهار ۾؟ پاڙ ڪٽڻ ۽ ڪاپي ڪرائڻ ۾ آهي ڪو فرق؟ پارس پاڻ پٿر پر لوهه کي سون ڪري وانگر "ٻڙيءَ" جو ذاتي ملهه نه پر ٻين انگن جو ملهه وڌائي. "هڪ" ته بنياد آهي، هڪ ٻلي ۽ هڪ ڪوئو گڏ ته... هڪ انڌو ۽ هڪ منڊو گڏ ته... ابجد ۾ جهڙو رام تهڙو مار سالي آ اڌ پيٽ پر سالو آ ڏيڍ پاءُ. ليبر لاءِ 2 سزائون آهن صادق ۽ امين هجڻ، ڪوٽا ۽ صوابديدي پاور ختم. ڪي عدد جاڙا ته ڪي مڪمل.

هن ڪتاب کان اڳ سائين جا ٻه ڪتاب "سچ ته بيٺو نچ" ۽ "انگن جا رنگ" به ڇپجي چڪا آهن. شيخ صاحب جي لکڻ جو اندازو نرالو آهي "مزاحيه ۽ تعميري تنقيد".

هو چاهي ٿو ته جيئن ڀٽائي، سچل، شيخ اياز، سوريهه بادشاهه، ذوالفقار ڀٽو، مخدوم بلاول، جي ايم سيد، وتايو فقير، مخدوم جعفر بوبڪائي ۽ مخدوم نوح جهڙيون هستيون سنڌ امڙ پيدا ڪيون، تيئن نيوٽن، پيٿاگورس، آرڪمڊيز ۽ آئن اسٽائن جهڙا سائنسدان به پيدا ٿين. روزانو شاعري تي ڪو نه ڪو ڪتاب ڇپجي ٿو، نيڪ آ، پر "اهو ڪو بيو فهم جنهن سان پسجي پرڪي".
پير قبا اڏي ملڪ شهر ٺاهي، وتايو ٽوٽا هٽي گامون راند ڪيڏي

پروفيسر ڪمال دين ميمڻ شڪارپوري
سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو

# پڙهندڙ نسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪانُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ به مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ به ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نه آهي.

ڪوشش اها هوندي ته پَنَ جا سڀ ڪم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي ته ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي به ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو به مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو ته ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو به لاڳاپو نه هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمتائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڙهو ٻارن کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪُرِ پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)